شريمد ڀڳود گيتا

# يٿارٿ گيتا

٥٢٠٠

سالن جي گهٽي
عرصي کانپوءِ
شريمد ڀڳوت گيتا جي
شڀ بيان

مانو ڌرم شاستر

شري سوامي اڙگڙانند جي مهاراج

يٿارٿ گيتا

مانو ڌرم شاستر

شريمد ڀڳود گيتا

SINDHI

ليڪ جي لاءِ......

يٿارٿ ڳيتا جو ليک هو سنت آهي ڄنهن کي شڪشا جون ڏگريون نه هوندي به شري ستگرو ڪرپا هڻ جي ڦل سروپ ايشوري آڳيا سان ڀرپور آهي. هو لکڻ جي ساڌنا-ڀڄن کي آڌار مڃين ٿا، پر ڳيتا جي هن ڀاشڻ ۾ سيکارڻ، سمجهائڻ ئي نمت ڪارڻ پٽيو. ڀڳوان هنن کي انيوءَ ۾ پڌايو ته توهان جون سڀ ورتيون شانت ٿي ويڀون آهن فقط هَڪ ننڍي ساڌارڻ ورتي باقي آهي-ڳيتا لکڻ ۾ پهرين ته سَوَامي جن ان کي ڀڄن ۾ ئي ڳذارڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن ڀڳوان جي آڳيا جي مورتي سروپ آهي يٿارٿ ڳيتا ڀاشڻ لکڻ ۾ ڪڏهن به جتي ڪا گهٽتائي هوندي هئي ته اُها ڀڳوان پاڻ سڌاري ڇڏيندا هئا جيئن سوامي جيءَ جي هيءَ ڪوشش پاٽيهي سيني لاءِ سکدايڪ بڻجي، اهڙي شڀ ڪامنا سان.

اوم نمہ ستگرودیوایہ

شریمد بھگود گیتا

# یتھارت گیتا

'مانو دھرم شاستر'


ویاکھیاکار:

پرم پوجیہ شري پرمهنس مهاراج کا کرپا پرساد

سوامي شري اڑگڑانند جي

شري پرم هنس آشرم

گرام-پترالیہ-شَکتش گڑھہ، ضلعا مرزاپور

اُتر پردیش، بھارت

فون 238040 (05443)



پرکاشک:

**Shri Paramhans Swami Adgadanand Ji Ashram Trust**

5, New Apollo Estate, Mogra Lane, Opp. Nagardas Road, Andheri (East), Mumbai – 400069 India

Telephone : (022) 2825300 • Email : contact@yatharthgeeta.com • Website : www.yatharthgeeta.com

شري ڪرشڻ جنهن سَميہ گيتا جو اُپديش ڏنو هو، اُن وڪت اُنهن جا منو گت ڀاوَ ڇا هئا؟ منوگت سڀ ڀاوَ ڇوڻ ۾ نٿا اچن. ڪجهہ تہ ڇوڻ ۾ اچي سگهن ٿا، ڪجهہ ڀاوَ ڀڏائڻ جي ڍنگہ مان ظاهر ٿين ٿا ۽ باڪي ٻيا ڪرياتمڪ آهن- جن کي ڪوئي پٿڪ اُن تي هلي ئي ڄاڻي ٿو سگهي. جنهن سطح تي شري ڪرشڻ هئا، سلسليوار هلي اُن اوسٿا کي پراپت مهاپرش ئي ڄاڻي ٿو تہ گيتا ڇا ٿي چوي؟ هو گيتا جون سٽون ئي سلوڪ ئي نٿو دهرائي بلڪ اُنهن جي ڀاوَن کي بہ ڏيکاري ٿو؛ ڇاڪاڻ جيڪو درشيہ شري ڪرشڻ جي سامهون هو، اُهو ئي ورتمان مهاپرش جي سامهون بہ هو. تنهنڪري هو ڏسي ٿو، ڏيکاري ٿو، ڀاڻ ۾ جاڳرت بہ ڪري ڇڏيندو ۽ اُن پٿ تي هلائي بہ ڇڏيندو.

”پوجيہ شري پرمهنس جي مهاراج بہ اُن ليول جو مهاپرش هو. هنن جي واڻي توڙي اندرين پريرڻا سان گيتا جو جيڪو ارٿ، اُن جو سنگرهہ يٿارت گيتا آهي.

- سوامي اڙگڙانند

# اسانجا نکتک گرنٹ (کتاب)

| کتاب | پوليون |
| --- | --- |
| **يٿارٿ گيتا** | **ڀارتيہ پوليون:** هندي، مراٺي، پنجابي، گجراتي،اُردو، سنسڪرت، اڙيا،بنگلا، تامک، تيلگو ملايلم، ڪنڙ، آسامي، سنڌي. |
|  | **وديشي پوليون:** انگريزي، جرمن، فرينچ، نيپالي، سپئنش، فارسي، نارويجين، چائنيز، ڊچ، اٽلاين، روسي |
| **شنڪا سماڌان:** | هندي، مراٺي، گجراتي، انگريزي |
| **جيونادرش ۽ آتمانوڀوتي** | هندي، مراٺي، گجراتي، انگريزي |
| **انگ ڪيون ڦڙڪتي هئن؟ڪياڪهتي هئن؟** | هندي، گجراتي، انگريزي، جرمن. |
| **انڇهي ڀرشن** | هندي، مراٺي، گجراتي |
| **ايڪلويہ ڪا اڱوٺا:** | هندي، مراٺي،گجراتي |
| **ڀجن ڪسڪا ڪرين** | هندي، مراٺي،گجراتي،جرمن،انگريزي |
| **يوگشاستريہ ڀرٽايام** | هندي، مراٺي، گجراتي |
| **شوڊشوپچار پوجن پدتي** | هندي، مراٺي، گجراتي |
| **يوگدرشن-پرتيڪشنوڀوت وياکيا** | هندي، مراٺي، سنسڪرت |
| **گلوريس آف يوگا** | انگريزي |
| **پرشن سماج ڪي اُتر گيتا سي** | هندي |
| **بارهماسي** | هندي |
| **اهنسا ڪا سوروپ** | هندي، مراٺي |
| **آڊيو ڪئسيٽس** |  |
| **يٿارٿ گيتا** | هندي، مراٺي،گجراتي،انگريزي |
| **امرتوا ڻي** | هندي |
| شري سوامي جي ڪي مکاروند سي نسرت امرتواڻيون ڪا سنڪلن واليوم ۱ سي ۵۵ تڪ) |  |
| **گروووندنا (آرتي)** |  |
| **آڊيو سي ڊي (ايم پي ۳)** |  |
| يٿارٿ گيتا | هندي، گجراتي، مراٺي، انگريزي، جرمن، بنگلا |
| امرت واڻي | هندي |

اننت شري پوجيہ

يوگيراج، يُگہَ پتامھہ

# پرم پوجيہ شري سوامي پرمانند جيِ

شري پرمھنس آشرم انوسُئيا

(چترکوٹ)

جي پوتر چرنن ۾

سادر سمرپت

اننت پريرٽا

# گرو وندنا

## ١١اوم شري ستگرو ديو ڀڳوان جي جئہ١١

جئہ سَدِگُرَ ديَوِ، پرمانند اَمَرَ شَريِرَم آوکاري ١١
نِرِگُڻ نِرِمُولَمِ، ڌَرِستولَمِ، کاڎَنَ شوُلَمِ ڀَوَڀارِي ١١

نِرِگُڻ نِرِمُولَمِ، ڌَرِ سِتولَمِ، کاڎَنَ شوُلَمِ ڀَوَڀارِي ١١
صوُرَت نِڄ سوهَمِ، کَلِمَکَ کوهَمِ جَنَمَنَ موهن ڇَوِڀارِي ١١

آمراپورَ واسي، سَبَ سُکہَ راشِي سدا ايک رَسَ نِرِوِکارِي١١
اِنڀَوَ گنڀيرا، مَتِ کو ڌِيرا، اَمَکہَ فکيرا اَوَتاري١١

يوگِي اِدِوَئيِشتا، تِرِکال دِرِشتا، کيول پَدَ آنندکاري ١١
چِتَرَکو ٹَنهِن آيو، اَدِوَئيِتَ لکايو، اَنُسُئيا آسَنَ مارِي١١

شري پَرَمَهَنِسَ سوامي، انترِيامي، هَئِن بَڙنامي سنساري١١
هَنِسَنَ هِتَکاري، جَگہَ پَگُڌارِي، گَرِوَ پِرَهارِي اُپَکارِي١١

سَتِ پَنِتَ چَلايو، پَرَمَ مِٹايو، روُپ لَکايو کرتاري ١١
يهہ شِشيہَ هَهَئہِ تيرا، کَرَتَ نِهارو، موپَرَ هيرو پِرَڱُڌارِي١١
جَيہ سَدِ گُرُو- ڀاري ١١

"आत्मने मोक्षार्थं जगत् हिताय च"

شري شري ۱۰۰۸ شري سوامي پرمانندجي مهاراج (پرمهنس جي)

جنم: شپ سنبت وڪرم ۱۹۶۹ (۱۹۱۱ ع)

مهاپرياڻ جيئشٽ شڪک ۷، ۲۰۲۶، تاريخ ۲۳ ميءِ ۱۹۶۹ ع

پرمهنس آشرم انسئيا، چترڪوٽ

श्री हरि की वाणी
वीतराग परमहंसों का आधार
आदिशास्त्र गीता- संत मत

१०-२-२००७- तृतीय विश्वहिन्दू सम्मेलन दिनांक १०-११-१२-१३ फरवरी २००७ के अवसर पर अर्धकुम्भ २००७ प्रयाग भारत में प्रवासी एवं अप्रवासी भारतीयों के विश्व सम्मेलन के उद्घाटन के अवसर पर विश्व हिन्दु परिषद ने ग्यारहवी धर्मसंसद में पारीत गीता हमारा धर्मशास्त्र है प्रस्ताव के परिप्रेक्ष्य में गीता को सदैव से विद्यमान भारत का गुरुग्रन्थ कहते हुए यथार्थ गीता को इसका शाश्वत भाष्य उद्घोषित किया तथा इसके अन्तर्राष्ट्रीय मानव धर्मशास्त्र की उपयोगिता रखने वाला शास्त्र कहा।

अशोक सिंहल
(अशोक सिंहल)
अन्तर्राष्ट्रीय अध्यक्ष-विश्व हिन्दू परिषद

॥ श्री काशीविश्वनाथो विजयते ॥
सर्वतन्त्रस्वतन्त्र-शास्त्रार्थविद्यावतार-विश्वविश्रुत-महामहोपाध्यायादिविरुदविभूषक
पण्डितसम्राट-प्रातःस्मरणीय श्री शिवकुमारशास्त्रिमिश्रप्रतिष्ठापिता
वाराणसेयसर्वविधविद्वत्समाज-प्रतिनिधिभूता-

# श्री काशीविद्वत्परिषद्

टे.नं. : २४५२११३
मो. : ९४१५२८५८५६

पत्राचार कार्यालय :
डी.१७/५८, दशाश्वमेध,
वाराणसी, उत्तर प्रदेश,
भारत

दिनांक 1.3.04

१-३-२००५- भारत की सर्वोच्च श्री काशी विद्वतपरिषद ने दिनांक १-३-२००४ को "श्रीमद् भगवद् गीता" को आदि मनुस्मृति तथा वेदों को इसी का विस्तार मानते हुए विश्वमानव का धर्मशास्त्र और यथार्थ गीता को परिभाषा के रूप में स्वीकार किया और यह उद्घोषित किया कि धर्म और धर्मशास्त्र अपरिवर्तनशील होने से आदिकाल से धर्मशास्त्र "श्रीमद् भगवद् गीता" ही रही है।

गणेशदत्त शास्त्री
मंत्री
श्री काशीविद्वत्परिषद
भारत

आचार्य केदारनाथ त्रिपाठी दर्शनरत्नम वाचस्पति
अध्यक्ष
श्री काशीविद्वत्परिषद
भारत

# विश्व धर्म संसद
## WORLD RELIGIOUS PARLIAMENT

३-१-२००१- विश्वधर्म संसद में विश्व मानव धर्मशास्त्र "श्रीमद् भगवद् गीता" के भाष्य यथार्थ गीता पर परम पूज्य परमहंस स्वामी श्री अड़गड़ानन्द जी महाराज जी को प्रयाग के परमपावन पर्व महाकुम्भ के अवसर पर विश्वगुरु की उपाधि से विभूषित किया।

२-४-१९९८- मानवमात्र का धर्मशास्त्र "श्रीमद् भगवद् गीता" की विशुद्ध व्याख्या यथार्थ गीता के लिए धर्मसंसद द्वारा हरिद्वार में महाकुम्भ के अवसर पर अन्तर्राष्ट्रीय अधिवेशन में परमपूज्य स्वामी श्री अड़गड़ानन्द जी महाराज को भारत गौरव के सम्मान से विभूषित किया गया।

१-४-१९९८- बीसवी शताब्दी के अन्तिम महाकुम्भ के अवसर पर हरिद्वार के समस्त शंकराचार्यो महामण्डलेश्वरो ब्राह्मण महासभा और ४४ देशों के धर्मशील विद्वानों की उपस्थिति में विश्व धर्म संसद द्वारा अन्तर्राष्ट्रीय अधिवेशन में पूज्य स्वामी जी को "श्रीमद् भगवद् गीता" धर्मशास्त्र (भाष्य यथार्थ गीता) के द्वारा विश्व के विकास में अद्वितीय योगदान हेतु "विश्वगौरव" सम्मान प्रदान किया गया।

26-1-2001

Chairman
Presentation Committee
or
Presiding Authority

महाकुम्भ मेला प्रयाग
WRP

Acharya Prabhakar Mishra
Chairman (Indian Region)
World Religious Parliament

## माननीय उच्च न्यायालय इलाहाबाद का ऐतिहासिक निर्णय

माननीय उच्चन्यायालय इलाहाबाद ने रिट याचिका संख्या ५६४४७ सन २००३ श्यामलरंजन मुखर्जी वनाम निर्मलरंजन मुखर्जी एवं अन्य के प्रकरण में अपने निर्णय दिनांक ३० अगस्त २००७ को "श्रीमद् भगवद् गीता" को समस्त विश्व का धर्मशास्त्र मानते हुए राष्ट्रीय धर्मशास्त्र की मान्यता देने की संस्तुति की है । अपने निर्णय के प्रस्तर ११५ से १२३ में माननीय न्यायालय ने विभिन्न गीता भाष्यों पर विचार करते हुए यथार्थ गीता को इसके सम्यक एवं युगानुकुल भाष्य के रुप में मान्य करते हुए धर्म, कर्म, यज्ञ, योग आदि को परिभाषा के आधार पर इसे जाति पाति मजहब सम्प्रदाय देश व काल से परे मानवमात्र का धर्मशास्त्र माना जिसके माध्यम से लौकिक व पारलौकिक दोनों समृद्धि का मार्ग प्रशस्त किया जा सकता है।

नोट - उपरोक्त निर्णय माननीय उच्च न्यायालय ईलाहाबाद की बेवसाईट पर उपलब्ध है।

## Extract from Historical Judgment of Hon'ble High Court, Allahabad

Hon'ble Mr. Justice S.N. Srivastava, (in his judgment dated 30.8.2007 passed in writ petition No. 56447 of 2003 Shyamal Ranjan Mukherjee Vs. Nirmal Ranjan Mukherjee & others) has been pleased to hold that:

"Shrimadbhagwad Gita is a Dharmshastra not only for Hindu but for all human beings. Message of Gita is relevant for all Religions of the world and is not limited for any particular Religion".

"Yatharth Geeta" by Swami Adgadanandji Maharaj, a great saint of India,is Dharm and Dharmshastra for all, irrespective of their caste, creed, race, religion, Dharm & community and is for all times and space.

N.B.:- The aforesaid decision is available on the Website:

http://www.allahabadhighcourt.in

# گيتا مانَوَ ماتر جو ڌرم شاستر آهي.
## مهرشي ويد وياس

شري ڪرشڻ جي ڏينهن ۾ ويد وياس کان پهرين ڪوئي ٻه شاستر پستڪ جي روپ ۾ ظاهر ڪونه هو. ٻڌڻ جي گيان جي هن پرمپرا کي ٽوڙي هنن چار ويدم، برهم سوتر، مهاڀارت، ڀاڳوت ۽ گيتا جهڙن گرنٿن ۾ اڳيِ گڏ ڪيل پوِتڪ ۽ اڌياتمڪ گيان راشي ڪني ڪري پچاڙيءَ ۾ پاڻ ئي نرنئه ڏنو ته سَرووپَنَشدو گاوو دوگِڌا گوپالَ نَنَد نَهه''

سيني ويدن جا پراڻ، اپنشدن جو سار ٻه آهي گيتا، جنهن کي گوپال شري ڪرشڻ ڏُڌوءِ اشانت جيو کي پرماتما جي درشن ۽ ساڌن جي استتي، پوتر شانتيءَ جي استتيءَ جي استتيءَ تائين پهچايو. اُنهن مهاپرشن پنهنجي ڪِرتِين مان گيتا کي شاستر جو نالو ڏيئي اُستتي ڪئي ۽ چيو،

**''گيتا سُگيتا ڪَرِتَويا ڪِمِنيئيوَهَه شاستر وِ سِتريئَه**
**ياسويم پدمناڀَسِيه مُکَپَدِمادِوِ نِپهه سِرِتا**
**مهاڀارت، ڀيشمپَرِوَ (۱-۱۴۳-اي)**

گيتا چڱيءَ طرح منن ڪري هردي ۾ ڌارڻ ڪرڻ يوگيه آهي، جو پدمناڀ ڀڳوان جي شري مک مان نڪتل واڻي آهي پوءِ ٻين شاسترن جي گڏ ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت؟

گيتا جو تُت هن شلوڪ مان پرگهٽ ٿئي ٿو.

ايڪمِ شاسترمِ ديوڪي پُتر گِيتَمِ،
ايڪو ديوو ديوڪي پترايو ا
ايڪو مَنترَ تَسيهَ نامانِي يانِي،
ڪَرما پِييڪمِ تَسيهَ ديوَ سِيه سيوا اا
-(گيتا مهاتِميهَ)

ارٿات هڪ ئي شاستر آهي جو ديوڪيءَ جي پٽ ڀڳوان جي پوتر مکہ سان ڳايو ويو- گيتا ! هڪ ئي پراپت ڪرڻ يوگيہ ديو آهي. اُنهي ڳائڻ ۾ جو سچ ٻڌايو - آتما ! بنا آتما جي ڪجھہ بہ پوتر نہ آهي. اُن ڳائڻ ۾ انهن مهايوگيشور ڇا چيڻ لاءِ چيو- اوم ! ارجن ! اوم اکر پرماتما جو نالو آهي، اُنجو جپ ڪر ۽ ڌيان منهنجو ڌر. هڪ ئي ڌرم آهي گيتا ۾ ورنن ٿيل پرم ديو، هڪ پرماتما جي شيوا ! اُنهن کي شرڌا سان پنهنجي هرديہ ۾ ڌارڻ ڪر. آهي، شروع ڪان ئي گيتا توهانجو شاستر رهيو آهي. ڀڳوان شري ڪرشڻ ڪان هزارين ورهيہ پوءِ جن مهاپرشن هڪ ايشور کي ستيہ ٻڌايو، اهي گيتا جا ئي سنديش ڏيندڙ آهن. ايشور ڪان ئي لوڪڪ، پرلوڪ سکن جي ڪامنا، ايشور ڪان ڊڃڻ، ٻئي ڪنهن ايشور کي نہ مڃڻ ايستائين تہ سيني مهاپرشن ٻڌايو؛ پر ايشوريہ ساڌنا، ايشور تائين دوري طئہ ڪرڻ اهو فقط گيتا ۾ ئي اُپديشن سان گڏ سلسليوار سرڪشت آهي. گيتا مان سکہ شانتي تہ ملي ٿي، پر هي آکشيہ پرم پد بہ ڏئي ٿو. ڏسو گيتا جي گؤرو پراپت ٽيڪا''يٿارٿ گيتا.''

جيتوٽيڪ سنسار ۾ هر هنڌ گيتا جو هڪجھڙو آدر آهي پوءِ هيءَ ڪنهن مذهب يا سمپرداءِ جو ساهتيہ نہ بڻجي سگهيو. ڇاڪاڻ تہ سمپرداءِ ڪنهن نہ ڪنهن ڀرم ۾ جڪڙيل آهن. ڀارت ۾ پرگهٽ گيتا سنسار جي سَمِجھو ماڻهن جي ڌراوت آهي، هاڻي هن راشتريہ شاستر کي مانُ ڏيئي اوچ-نيچ، ڀيد ڀاوَ ۽ جڳھڙن جي پرمپرا ۾ ڀيڙت سنسار جي سمپورڻ جنتا کي شانتي ڏيڻ جو اُدم ڪري، ڪوشش ڪري.

# ڌرم ۔ سڌانت۔هڪ

**(۱) سڀيئي پرڀو جا پٽر:-**

شلوڪ

”مَمَئي وانِشو جيوَ لوڪي جيو ڀوتَه سَناتَنَه ا
مَنَه شَشِٺاني نِدَرَياڻي پِرَڪِرتيِستاني ڪَرِنشتي اا

اڌياءُ ۱۵، شلوڪ ۷

**(۲) مانَوَ تن جي سارٿڪتا:-**

اڌياءُ ۹، شلوڪ ۳۳ ٻين سٽ

”آنِتيَمُڪَمِ لوڪمِمَمِ پراپِيه ڀَجَسوَ مامِ ا

سک رهت، ڪٺينڱُر پر درلڀ مانَوَ - تن کي پائي منهنجو ڀڄن ڪر منعيِ ڀڄن ڪرڻ جو اڏڪار منش ديهه ڏاريءَ کي آهي.

**(۳) منشن جون فقط ٻه جاتيون-**

”دِوَئوُ ڀوُ سَرِ گَئو لوڪي سِمِنِدَ ئيوَ آسُرَايوَ چه ا
دَئيِوو وِ سِتَرَ شَه پِروهِتَ آسُرَمِ پارٿ مي شِرِڻوُ اا

اڌياءُ شلوڪ ٦

منش فقط ٻن پرڪارن جا آهن- ديوتا ۽ آسُرَ.

جنهن جي هردي ۾ دِئوِي سمپتي ڪاريه ڪري ٿي اُهو ديوتا آهي ۽ جنهن جي هردي ۾ آسُري سمپتي ڪاريه ڪري ٿي اُهو آسُر آهي. ٽين ڪائي ٻي جاتي سرشٽيءَ ۾ نه آهي.

**(۴) هر ڪامنا کي ايشور سُلڀ ڪري ٿو**

”تِرَ ئيِوديا مامِ سومَپاه پوتپاپا،
يگيئيرِ شِٽوا سِوَرِ گَتِمِ پرارِ ٿَيَنِتي ا
تي پُڻِيَما سادِيه سُريندِرَلوڪ،

مَشِنَنِتَ دِوِيانِدِوِي ديوَگانِ ।।

(اڌياءُ ٩ شلوڪ ٢٠)

منهنجو ڀڳت ڪري لوڳ سرڳ ملڻ تائين ڪامنا ڪن ٿا، مان اُنهن کي ڏيان ٿو. منهنجي سڀ ڪجهه هڪ پرماتما سان ئي ملڻ سَولو آهي.

**(۵) ڀڳوان جي شرڻ ۾ پاپن جو ناس.**

”آپي چيدَسي پاپيڀِيَهه سَرِويِڀِيَهه پاپَڪِرِ تَمَهه ।

سَرِوَمِ گِيانَپِلَو يِنَئِيوَ وِرِجِنِمِ سَنِتَرِ شِيَسي ।।

(اڌياءُ چوٿون، شلوڪ ٣٦)

سڀني پاپين کان وڌيڪ پاپ ڪرڻ وارو به گيان روپي ٻيڙيءَ سان بنا شڪ پار ٿي ويندو.

**(٦) گيان**

”آڏياتِمَگِيا نَنِتيِمِ تَتِوَ گِيانارِتَ درشِنَمِ ।

اِيتَجگِيانَمِتي پروڪتمَگِيا نَمِ يَدَ تونِيَٿا ।।

(اڌياءُ ١٣، شلوڪ ١١)

آتما جي پرم اُتم ۾ آچرڻ، تَتِوَ جي ارٿ روپ مون پرماتما جو ظاهر درشن گيان آهي ۽ ان کانسواءِ جيڪو به ٻيو ڪجهه آهي اُهو اگيان کيان آهي. تنهنڪري ايشور جي ظاهري ڄاڻ گيان آهي.

**(٧) ڀڳتن جو اڌڪار سڀ ڪنهن کي-**

”اَپي چيتسُدُراچارو ڀڄتي مامَنِنِيَڀاڪِ ।

ساڌوريوَ سَ مَنِتَويَهه سَمِيَگويَوِسِتو هِي سَهه ।। (٣٠)

”کِشِپرَمِ ڀَوَتي ڌَرِماتِما شَشِوَچانِتِي نِگڇتي ।

ڪؤنتيِيه پِرَتيِجانيِهي نه مي ڀَڪِتَهه پِرَڻَشيَتي ।। (٣١)

(اڌياءُ ٩، شلوڪ ٣٠ ۽ ٣١)

اتينت ڌُراچاري ٻہ منهنجو ڀڄن ڪري جلدي ئي ڌرماتما ٿي ويندو آهي ۽ سدا رهڻ واري پرم شانتيءَ کي پراپت ڪري ٿو وٺي. تنهنڪري پرماتما اهو ئي آهي جو هڪ پرماتما جي لاءِ سمرپت آهي ۽ ڀڄن ڪرڻ جو اڌڪار ڌُراچاريءَ کي ٻہ آهي.

**(٨) ڀڳوت ڀڳت ۾ ڀڄ ناس نٿو ٿئي.**

**’نيها ڀي ڪِرمَ ناشوسِتي پرَتِيَوايو نہ وِدِيَتي ا**
**سِوَلِ پمپيَسِيَہ ڌَرمَسِيَہ تِرايَتي مَهتو ڀَيات اا (۴٠)**

(اڌياءُ ٢، شلوڪ ۴٠)

هن آتم درشن جي ڪِريا جو ٿورو آچرڻ ٻہ جنم مرڻ جي مهان ڀَيہَ کان اُڌار ڪرڻ وارو آهي.

**(٩) ايشور جو نواس-**

**’’ايشورهَہ سَرِوَ ڀوُتانامِ هِرديشيرِجَنَ تِشَٽتي ١**
**ڀراميِنِسَرِوَ ڀوُتاني ينترارووُڙهاني مايَيا ١١’’ (٦١)**

(اڌياءُ ١٨، شلوڪ ٦١)

ايشور سڀني ڀوت پراڻين جي هردي ۾ رهي ٿو

(اڌياءُ ١٨، شلوڪ ٦٢)

سمپورڻ ڀاوَ سان اُن هڪ پرماتما جي شرڻ ۾ وڃ.

جنهن جي ڪرپا سان تون پرم شانتي، پوتر پرم ڌام کي پراپت ٿيندين.

**(١٠) يگيہ:-**

**’’سُرووا ٿِيندر يَڪرماڻي پراڻڪرماڻي چاپَري١**
**آتِمنسنيَمَيو گگَناجو جُهوتِي گيانديپتي١١ ( ٢٧)**

(اڌياءُ ۴، شلوڪ ٢٧)

سمپورڻ اندرين جي واپار کي، من جي ڪامنائن کي گيان

سان پرڪاشت آتما ۾ سنجم روپي يوگہ اگنيءَ ۾ هَوَنُ ڪن ٿا.

’آپاني جُهوَتِي پراڻم پِراڻيپانَم تٿاپَري ا
پراڻاپانگتِي رُڌروا پِراڻايامپرايَڻاهہ اا (٢٩)

(اڌياءُ ۴، شلوڪ ٢٩)

گهڻا يوگي سواس کي پساهہ ۾ هَوَنُ ڪندا آهن ۽ پساهہ کي سواس ۾. ان کان مٿيين اوسٿا هئڻ تي سواس - پساهہ جي گَتيِ روڪي پراياڻم ۾ چاهہ رکندا آهن. ان طرح يوگہ-ساڌنا جي خاص وِڌيءَ جو نالو يگيہ آهي. ان يگيہ کي ڪاريہ جو روپ ڏيڻ ڪرم آهي.

**(١١) يگيہ ڪرڻ جو اڌڪار-**

**’’يَگيَشِشٽا مِرتَپُجو برَهمَ سَناتَنَم ١**
**نايَم لوڪو سيتِيَيَگيَسِيَ ڪُتونِيَهہ ڪُروُ سَتَم ١١ (٣١)**

(اڌياءُ ۴، شلوڪ ٣١)

يگيہ نہ ڪرڻ وارن کي وري منش جنم بہ نٿو ملي معنيٰ يگيہ ڪرڻ جو اڌڪار اُنهن سيني کي آهي جِنکي منش شرير ملي ٿو.

**(١٢) ايشور ڏسي سگهجي ٿو-**

يِڪِنيا تُوَ نَنِيَيا شَڪيہَ اَهميوَمِوڌورِ جُنَ ا
گِياتُمِ دِرِشتُمِ چہ تَتِوينَ پِرَويِشتُمِ پَرِنتَپ اا (۵۴)

(اڌياءُ اا، شلوڪ ۵۴)

آنَيِنِيہَ پِيُگتيءَ دواران مان ظاهر ڏسڻ ۾ اچان ٿو، ڄاڻڻ چاهي پرويش ڪرڻ لاءِ تمام سولو آهيان.

**’’آشاچريوَ تپَشيَتي ڪَشِاچِدينَ-**
**ماشِاچَرِيَوَ دِوَ دَتي تَتئيوَ چانِيَهہ !**
**آشِاچَريوَچاچِئي نَمَنِيہَ شِرِٽوتي**

**شِرو تواپيينَمِ ويد نہ تَچِئِيوَ کَشِڄِتِ !! (٢٩)**

(اڌياءُ ٢ شلوڪ ٢٩)

هن اوناشي آتما کي ڪو ورلو آشچريہ وانگر ڏسي ٿو منعي هيءُ ظاهر ڪُليو درشن آهي

**(١۴) وِڌاتا ۽ اُن مان اُتپت ٿيل سرشٽي ناسونت آهي.**

**'' آبِرَهَمَڀُوَ نالِلوڪاهہ پنراوَرتِنورجُنَ١**

**مامُپيتِيَہ توُ ڪؤنتييَہ پُنرِ جَنمَ نہً وِديَتي ١١'' (١٦)**

(اڌياءُ ٨، شلوڪ ١٦)

برهما ۽ اُن مان نرماڻ ٿيل سرشٽي، ديوتا ۽ دانوَ دکن جي ڪاڻ، ڪِڻ ينگر ۽ ناسونت آهي.

**(١۵) ديوَ - پوڄا-**

**''ڪامِيئِي سَتئيرهِرتگياناهہ پرَپَدِيَنِتِ نِييديوتاهہ ١**

**تَمِ تَمِ نِيَمَماسِتايہَ پرِڪِرتِيا نيتاهہ سِوَيا ١١'' (٢٠)**

(اڌياءُ ستون، شلوڪ ٢٠)

ڪامنائن سان جِن جي ٻُڌي آڪارن واري آهي اهڙا موُڙهہ ٻُڌِي ئي پرماتما ڪانسواءِ ٻين ديوتائن جي پوڄا ڪن ٿا.

**''ييپِيَنِيَديوتا يَڪتا يَجَنتِي ڌَيانوتاهہ ١**

**تي پي ماميوَ ڪؤنِتييَہ يَجَنِتيَوِڌِيپوُروِڪمِ١١ (٢٣)**

(اڌياءُ ٩، شلوڪ ٢٣)

ديوتائن کي پوڄڻ وارو منهنجي ئي پوڄا ڪري ٿو، پر اُهو پوڄن وِڌِي پوُروڪ نہ آهي، تنهنڪري نشٽ ٿي وڃي ٿو.

**شاستر وِڌِيءَ جو تياڳہ-**

ارجن، شاستر وِڌيءَ کي ڇڏي يڄن ڪرڻ وارن ساتوڪ شرڌا وارن ديوتائن کي، راجس پرش يکش ۽ راڪشسن کي ۽

تامس پرش پوتن پريتن کي پوڄين ٿا.

**’’ڪرشَيَنتَهہ شَريہسِٿَمِ پوُتگزامَماچيتَسَهہ ۱**

**مامِ چِئيوانِتهشَرير، سِٿَمِ تانِوَدياسَرَنِشِاَچيان‘‘۱۱ (٦)**

(اڌياءُ ١٧، شلوڪ ٦)

هو شرير ۾ استت پوُت سمودايہ ۽ انتريامي روپ ۾ استت مون پرماتما کي ڪِرِش ڪرڻ وارا آهن. اُنهنکي تون آسُرَ سمجهہ ارٿات ديوتائن کي پوڄڻ وارا بہ آسُري وِرتيءَ جي اندر ٿا اچن.

**(١٦) آڌَمَ-**

تانَهمِ دِوِشَتَهہ ڪِروُرانِسَنِسا ريشوُ نَراڌَمانِ ۱

لِشِپا مِيَجِسرَ مَشوُ پاناسُريشِويوَ يونيشوُ ۱۱ (١٩)

(اڌياءُ ١٦، شلوڪ ١٩)

جيڪي يگيہ جي مقرر وِڌِي ڇڏي ڪلپت وِڌِيُن سان پوڄا ۽ قرباني ڪن ٿا، اُهيئي ڪُڪرمي، پاپي ۽ منشن ۾ اڌم (برا آدمي) آهن. ٻيو ڪوئي اڌم ڪونهي.

**(١٧) (نِيَتِ) مقرر وِڌِي ڇا آهي؟**

**’’اومِتِيي ڪاڪيشَرَمِ بِرَهَمَ وِياهَرَنمامنُسِمِرَنِ۱**

**يَهہ پرياتي تِيَاَجِندِيهَمِ سَ ياتي پرمامِ گَتَمِ ۱۱ (١٣)**

(اڌياءُ ٨، شلوڪ ١٣)

اوم، جو اکشيہ برهم جي سڃاڻپ آهي اُنجو جپ ۽ مون هڪ پرماتما جو سمرڻ، تُتِوَ درشي مهاپرش جي ٻڌاءَ ۾ ڏيان.

**(١٨) شاستر-**

’’اِتي گُهيَتَمَمِ شاستر مِدَمُڪتَمِ ميانگهہ ۱

ايتَدِبُڌوا بڌيمانَسياتِڪرِ تِڪرِ تِيَشِڇہ پارت ‘‘۱۱ (٢٠)

(اڌياءُ ١٥ شلوڪ ٢٠)

ان طرح هيءُ تمام ڳجهوِ شاستر منهنجي دواران چيو ويو آهي. ظاهر آهي تہ اُهو شاستر گيتا آهي.

**''تَسِماچِچاسِتِرَمِ پرَماڻَمِ تي ڪاريِاڪاريويَوَسِتِتئوُ ۱**
**ڳِياتِوا شاسِترَ وِڌانوڪِتَمِ ڪَرِمَ ڪَرِ توُمِهارِهَسي ''۱۱ (۲۴)**

(اڌياءُ ۱٦، شلوڪ ۲۴)

ڪرتويہ، اڪَرِتويہ جي فيصلي ڪرڻ ۾ شاستر ڪي پرماڻ آهي. تنهنڪري گيتا ۾ نرڌارت وِڌيءَ سان آچرڻ ڪريون.

**(۱۹) ڌرم-**

''سَرِوَڌَرِمانِپَرِيتِجِہَ ماميڪَمِ شَرَڻَمِ وِرج ۱

(اڌياءُ ۱۸ شلوڪ، ٦٦ (پهرين سِٽَ)

ڌارمڪ اُتِل پتِل کي ڇڏي هڪ منهنجي ئي شرن ۾ اچ ارتات هڪ پڳوان لاءِ پورڻ سمرپڻ ئي ڌرم جو بنياد آهي، اُن پريوءَ کي پائڻ جي مقرر وِڌي جو آچرڻ ئي ڌرم آچرڻ آهي (اڌياءُ ۲ شلوڪ ۴۰) ۽ جو اُن کي ڪري ٿو اُهو اگهور پاپي بہ جلد ئي ڌرماتما ٿي وڃي ٿو. (اڌياءُ ۹، شلوڪ ۳۰)

**(۲۰) ڌرم ڪٿان پراپت ڪريون؟**

**''بِرَهَمَٿو هي پرَتِشِٺاهَمِرتَسِياوِيِيَسِيہَ چَہ ۱**
**شاشِوَتَسِيہَ چَہ ڌرِمَسِيہَ سُکَسِيَئيڪا نِتِيَڪَسِيہَ چَہ ۱۱'' (۲۷)**

(اڌياءُ ۱۴ شلوڪ ۲۷)

ان اوناشي برهم جو، امرت جو، پوتر ڌرم جو ۽ اکنڊ آنند هڪ رس جو مان ئي آڌار آهيان. ارتات پرماتما، استت ستگزو ئي ان سڀ جو آڌار آهي سهارو آهي.

نوٽ: وِشِوَ جي سيني ڌرمن جي سَتيہ ڌارا گيت جو ئي ڦهلاءُ آهي.

# فهرست

| وشيہ | | صفحو |
|---|---|---|
| پهريون اڌياءَ | ارجن جي دکہ يا نراسائيءَ وارو | 1-34 |
| ٻيون اڌياءُ | ڪرم جڳياسا | 35-92 |
| ٽيون اڌياءُ | ڪرم يوگ شترو وناش پريرٽا | 93-130 |
| چوٿون اڌياءُ | يگيہ ڪرم اسپٽيڪرڻ | 131-176 |
| پنجون اڌياءُ | يگيہ يوڳتا مها پرش مهيشور | 177-198 |
| ڇهون اڌياءُ | اڀياس يوگہ | 199-228 |
| ستون اڌياءُ | سمگرجانڪاري | 229-248 |
| اٺون اڌياءُ | اڪشر برهم يوگہ | 249-274 |
| نائون اڌياءُ | راج وديا جاڳرتي | 275-302 |
| ڏهون اڌياءُ | ويڀوتي ورنن | 303-326 |
| يارهون اڌياءُ | وِشوَ روپ درشن يوگ | 327-364 |
| ٻارهون اڌياءُ | ڀڳتي يوگہ | 365-378 |
| تيرهون اڌياءُ | ڪيتر، ڪيتريگہ وڀاگہ يوگ | 379-396 |
| چوڏهون اڌياءُ | تِريہ گڻ وڀاڳہ يوگہ | 397-412 |
| پنڌرهون اڌياءُ | پُرشوتم يوگہ | 413-430 |
| سورهون اڌياءُ | دئيوَآسُر سمپد يوگہ | 431-446 |
| سترهون اڌياءُ | اوم تَتِ سَتِ ۽ شرڌاتِريِ وَڀاڳہ يوگ | 447-464 |
| ارڙهون اڌياءُ | سنياس يوگہ | 465-512 |
| اُپشم | | 513-547 |

# پراڪڪٿَن

حقئقيت ۾ گيتا تي ٽيڪا لکڻ جي هاڻي ڪابہ ضرورت محسوس نٿي ٿئي، ڇاڪاڻ هن تي سوين ٽيڪائون لکيون ويون آهن، جن ۾ پنجاهہ تہ فقط سنسڪرت ۾ ئي آهن. گيتا جي باري پنجاهہ ڪان مٿي مَت آهن، جڏهن تہ سيني جو آڌار هڪ ماتر گيتا آهي. يوگيشور ڪرشڻ تہ ڪا هڪ ڳالهہ چئي هوندي، پوءِ هي متڀيد ڇو؟ سچ تہ اهو آهي تہ وڪتا (ٻڌائيندڙ) تہ هڪ ئي ڳالهہ چوندو آهي؛ پر جي ٻڌندڙ جيڪڏهن ڏهہ وينل آهن تہ ڏهن پرڪارن جا ويچار گرهڻ ڪن ٿا. منش جي ٻُڌيءَ تي تامسي ، راجسي ۽ ساتوڪ گڻن جو جيترو پرڀاءُ آهي، اُنهي سطح تي اُن وارتا کي پڪڙي ٿو. ان ڪان وڌيڪ هو سمجهي نٿو سگهي. تنهنڪري متڀيد سڀاويڪ آهي.

جدا جدا مت وارن کي ۽ ڪڏهن ڪڏهن هڪ ئي سڌانت کي الڳ الڳ وقت ۾ ڀاشائن ۾ ظاهر ڪرڻ سان ساڌارڻ منش سنسي ۾ پئجي ٿو وڃي. گهڻن ئي ٽيڪائن جي وچ ۾ هيءَ ستيہ ڌارا بہ پراوهت آهي؛ ليڪن شڌ ارٿاولي هڪ پستڪ هزارين ٽيڪائن جي وچ ۾ رکيو وڃي تہ اُن ۾ اهو سڃاڻڻ ڪٺن تي پوي ٿو تہ يٿارٿ ڪير آهي. هلندڙ وقت ۾ گيتا جون گهڻيون ئي ٽيڪائون ٿي وييون آهن، سڀئي پنهنجي ستيتا کي ظاهر ڪن ٿيون، پر گيتا جي شڌ ارٿ ڪان تمام پري آهن. ان ۾ شڪ ڪونهي تہ ڪن مهاپرشن ستيہ کي ڇهيو بہ آهي. پر ڪن سببن

جي ڪري سماج جي سامهون ظاهر نہ ڪري سگهيا. شري ڪرشڻ جي مقصد کي هردي ۾ نہ پائڻ جو مول ڪارڻ آهي تہ هو يوگي هئا. شري ڪرشڻ جنهن ليول جي ڳالهہ ڪن ٿا، سلسليوار هلي اُن سطح تي پهتل ڪوئي مهاپرش ئي اکشرشهہ ٻڌائي سگهندو تہ شري ڪرشڻ جنهن وقت گيتا جو اُپديش ڏنو هو، اَن وقت هننجا من ۾ هلندڙ ڀاوَ ڇا هئا؟ کهڙا هئا؟؟ من ۾ هلندڙ ويچار سڀ چوڻ ۾ نٿا اچن. ڪجهہ تہ چوڻ ۾ اچن ٿا، ڪجهہ ڀاو جي ويچار سان پرگهٽ ٿين ٿا ۽ باقي ٻيا سڀ پرياپت ڪِرياتمڪ آهن جن کي ڪوئي پٿڪ اُن تي هلي ئي ڄاڻي سگهي ٿو. جنهن سطح تي شري ڪرشڻ هو، سلسليوار هلي ان اوسٿا کي پراپت مهاپرش ئي ڄاڻي ٿو تہ گيتا ڇا ٿي چوي. هو صرف گيتا جا شلوڪ نٿو دهرائي، بلڪ اَنهن ڀاوَن کي بہ ڏيکاري ٿو؛ ڇاڪاڻ تہ درشيہ شري ڪرشڻ جي سامهون هو، اُهوئي اُن هلندڙ مهاپرش جي بہ سامهون هو. تنهنڪري هو ڏسي ٿو، ڏيکاريندو ۽ توهان ۾ جاڳرت بہ ڪري ڇڏيندو ۽ اُن پٿ تي هلائي بہ ڇڏيندو.

”پوجيہ شري پرمهنس جي مهاراج“ بہ اُن ليول جا مهاپرش هئا. اُنهنجي واڻي ۽ اندرين پريرڻا مان مونکي گيتا جو ارٿ مليو، اُن کي گڏ ڪري ”يٿارٿ گيتا“ آهي. ان ۾ منهنجو پنهنجو ڪجهہ بہ ڪونهي. هيءُ ڪرياتمڪ آهي. ساڏن اپنائڻ واري هرهڪ پرش کي هن گهيري مان گذرڻو پوندو. جيستائين هو اُن کان الڳ آهي، تيستائين ظاهر آهي تہ هو ساڌن نٿو ڪري، ڪنهن نہ ڪنهن پرڪار جي لڪير ضرور ڪڍي ٿو. تنهنڪري هاڻي ڪنهن مهاپرش جي شرڻ وڃي. شري ڪرشڻ کو ٻيو ستيہ نہ ٻڌايو بلڪ چيو ”رِشِڀِرِبَهُڌاگيتَمِ “ رشين انيڪ ڀيرا جنهن کي ڳايو آهي، ۽ اُهو ئي چئي رهيو آهيان. هنن

ائين ڪونہ چيو تہ هن گيان کي فقط مان ئي ڄاڻان ٿو يا مان ئي ٻڌائيندس پر چيائون ”ڪنهن تَتوِ درشي وٽ وڃو. نشڪپٽ ڀَاوَ سان شيوا ڪري اُن گيان کي پراپت ڪريو“ شري ڪرشڻ مهاپرشن دواران ڪوجيل ستيہ کي ئي پرگهٽ ڪيو آهي، ظاهر ڪيو آهي.

گيتا سولي سنسڪرت ۾ آهي. جيڪڏهن ٿورو اُدم ڪريون گيتا جو گهڻو ارٿ توهين پاڻ هردي ۾ ڌارڻ ڪري سگهندا؛ پر توهين جيئن جو تيئن ارٿ نٿا ڪڍو. مثال طور؛ شري ڪرشڻ صاف چيو آهي تہ ” يگيہ جي پرڪريا ئي ڪرم آهي.“ پوءِ بہ توهين چئو ٿا تہ کيتي ڪرڻ ڪرم آهي. يگيہ کي صاف ڪندي اُنهن ٻڌايو تہ يگيہ ۾ گهڻن ئي يوگين پراڻ کي اپان ۾ هَوَن ڪن ٿا، گهڻا وري اَپان کي پراڻ ۾ هَوَنُ ڪن ٿا، گهڻا يوگي پراڻ-اپان ٻنهي کي روڪي پراڻايام پرايڻ ٿي وڃن ٿا. گهڻا يوگي اندرين جي سيني پرورتين کي سنيم جي اگنيءَ ۾ هَوَنُ ڪن ٿا. ان طرح سواس ڪڍڻ ۽ سواس ٻاهر ڪڍڻ جو چنتن يگيہ آهي. من سان گڏ اندرين جو سنجم يگيہ آهي. شاسترڪار خود يگيہ چيو آهي، تڏهن بہ توهين چئو ٿا تہ وشڻوءَ جي نمت سواها چئجو، اگنيءَ ۾ جَوَ، تِرَ ۽ گيهہ جو يگيہ ڪرڻ هَوَنُ آهي. اُن يوگ ٻيشور اهڙو هڪڙو شبد بہ ڪونہ چيو آهي.

ڪارڻ ڪهڙو آهي جو توهين سمجهي نٿا سگهو، وار جي ڪل ڪڍي رکڻ تي بہ چو اکر جملا توهانجي هٿ لڳن ٿا؟ توهين پاڻ کي ڀارت ڄاڻ ڪان خالي ڇو ٿا سمجهو؟ حقيقت ۾ منش جنم وٺي سلسليوار وڏو ٿئي ٿو، تہ پتاجي سمپتي (گهر، دڪان، زمين، جائداد، پد-پرتشٺتا، ڳانءِ، مينهن هٿيار-اُپڪرڻ وغيره) اُن وراثت ۾ ملن ٿا. نيڪ اهڙي طرح هن کي ڪجهہ ريتيون رسمون، پرمپرائون، پوڄا-پڌتيون بہ وراثت ۾ ملي وڃن ٿا. ٽيٽيهہ ڪروڙ

ديويون -ديوتائون تہ ڀارت ۾ گھڻو ڀھرين ڳڻيا ويندا ھئا. وِشوَ ۾ اُنھنجا اڻڳڻت روپ آھن. ٻار جيئن جيئن وڏو ٿئي ٿو، ماتا پتا، ڀاءُ - ڀيڻ، اوري پاڙي ۾ اُنھن جي پوڄا ڏسي ٿو. پروار ۾ ٿيندڙ پوڄا پڌتين جي امٽ ڇاپ ھنجي دماغ تي پئجي وڃن ٿيون. ديوي جي پوڄا ملي تہ جيون ڀر ديوي-ديوي رٽيندو آھي، پروار ۾ ڀوت پوڄا ھلي تہ ڀوت ڀوت رٽيندو آھي. ڪوئي شِوَ تہ ڪوئي ڪرشڻ، تہ ڪوئي ڪجھہ پڪڙي ئي رھي ٿو. اُنھن کي ھو ڇڏي نٿو سگھي.

اھڙي ڀرمن ۾ گھيريل پرش کي گيتا جھڙو ڪلياڻڪاري شاستر ملي بہ وڃي، تہ اُن کي سمجھي نٿو سگھي. پيءُ ڏاڏي جي سمپتي کي ھو ڪڏھن ڇڏي بہ سگھي ٿو؛ پر انھن روايتن ۽ مذھبي پچرن کي نٿو مٽائي سگھي. پيءُ ڏاڏي جي سمپتي کي ھٽائي توھين ھزارين ميل دور وڃي سگھو ٿا؛ پر دل-دماغ ۾ چپيل اھي روايتي ويچار اُتي بہ توھانجي جند نٿو ڇڏي. توھين سر ڪٽي الڳ تہ رکي نٿا سگھو. ھاڻي توھين ڀڳارت شاستر کي بہ روايتون، ريتي رواج مڃتائون ۽ پوڄا پڌتين جي انوسار ڳالھہ ڍلجي ٿي، وارتا جو ڪِرمَ بيھي ٿو تہ توھين اُنکي صحيح مڃيو ٿا ۽ نٿي ڍلجي تہ غلط مڃيو ٿا. تنھنڪري توھين گيتا جو رھسيہ نٿا ڏسي سگھو. گيتا جو رھسيہ، رھسيہ بڻجي ئي رھجي ٿو وڃي. ان جا سچا پارکو سنت ۽ ستگرو آھن. اُھي ئي ٻڌائي سگھن ٿا تہ گيتا ڇا ٿي چوي؟ سڀ نٿا ڄاڻي سگھن. سيني جي لاءِ سولو اُپاءُ اھوئي آھي تہ ھن کي ڪنھن مھاپرش جي سنگت ۾ سمجھن، جنھن تي شري ڪرشڻ زور ڏنو آھي.

گيتا ڪنھن خاص ويڪتي، ڄاتي، ورگہ، پنٿ، ديش ڪال يا ڪنھن ڀرمن ۾ گتل سمپردايہ جو گرنٿ نہ آھي بلڪ ھي سيني

لوڪن لاءِ هر وقت لاءِ ڏرم گرنٿ آهي. هيءُ هرهڪ ديش، هرهڪ جاتي ۽ هرهڪ سطح جي هرهڪ استري پرش جي لاءِ سيني لاءِ آهي. فقط ٻين ڪان ٻُڌي يا ڪنهن جي اثر هيٺ منش ڪي اهڙو نرنئہ نہ وٺڻ گهرجي، جنهنجو اثر سڏو هنجي پنهنجي وجود تي پوي ٿو.

پهرين آيل پاونا ڪان مڪت ٿي سَتيہ جي جاڻن لاءِ هيءُ خاص گرنٿ مضبوط ٿنيو آهي. هندن جي دعواي آهي تہ ويد ئي پرماڻ آهن. ويد جو ارٿ آهي گيان، پرماتما جي جاڻ. پرماتما نہ سنسڪرت ۾ آهي نہ ٻين شاسترن ۾. پسنڪ تہ اُنجو اشارو ڏين ٿا. حقيقت هو هرديہ ۾ جاڳرت ٿئي ٿو.

وشوامتر چنتن ڪري رهيو هو. هن جي ڀڳتي ڏسي برهما آيو، چيائون ”اچ ڪان تون رشي آهين.“ وشوامتر ڪي سنتوش ڪونہ ٿيو. چنتن ۾ لڳو رهيو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ ديوتائن سان گڏ برهما وري آيو ۽ چيائون ”اچ ڪان تون راجرشي آهين.“ پر وشوامتر جو سماڌان نہ ٿيو. هو وري لڳاتار چنتن ۾ لڳو رهيو. برهما دئوي سمپدائن سان وري آيو ۽ ٻڌايو تہ اچ ڪان توهان مهرشي ٿيا. وشوامتر چيو، ”نہ مونکي جيتيندر برهم رشي چئو“ برهما چيو، ” اجا تائين تون جيتيندر نہ ٿيو آهين.“ وشوامتر وري تپسيا ۾ لڳي ويو. هنجي مٿي مان تپسيا جو دونهون نڪرڻ لڳو تڏهن ديوتائن برهما کي وينتي ڪئي. برهما اهڙي طرح وشوامتر کي چيو، ” هاڻي تون برهم رشي آهين.“ وشوامتر چيو، ” جيڪڏهن مان برهم رشي آهيان تہ ويد مونکي چوندين.“ ويد وشوامتر جي هردي ۾ لهي آيا. جيڪو تَتوَ ظاهر نہ هو، پڌرو ٿي پيو. هيءُ ويد آهي، نہ ڪا پوٿي. جتي وشوامتر رهندو هو اُتي ويد رهندو هو.

اهو ئي سري ڪرشن بہ چون ٿا تہ، ” سنسار اوناسي پپر جو

وڻ آهي. مٿن پرماتما جنهنجو مول آهي ۽ هيٺ پرڪرتي روپي شاخائون آهن. جيڪو هن پرڪرتي جو انت ڪري پرماتما کي ظاهر ڪري ٿو، اُهو ويد جو ڄاڻو آهي. ارجن ! ”مان به ويد جو ڄاڻو آهيان.“ ۽ پرڪرتيءَ جو پسارو ۽ انت سان گڏ پرماتما جي انڀوتيءَ جو نالو ”ويد“ آهي. اها انڀوتي ايشور عطا ڪري ٿو، تنهنڪري ويد اَپئورُشيه چيا وڃن ٿا. مهاپرش اپئورُشيه ٿيندا آهن. اُنهن جي ذريعي پرماتما ئي ٻوليندو آهي. هو پرماتما کي نياپو موڪليندڙ (ٽرنس ميٽر) ٿي ويندو آهي. فقط شبد گيان جي آڌار تي اُنهن کي واڻيءَ ۾ چيل ڀڳوت کي پرکي نٿو سگهجي. اُنهن کي اُهوئي ڄاڻي سگهي ٿو، جنهن ڪرياتمڪ پٿ تي هلي اُن اپئورُوُ شيه (non-Person) استٿتي کي پاتو هجي، جنهنجو پرش (ازس) پرماتما ۾ لين ٿي چڪو آهي.

حقيقت ۾ ويد اپئورُوُ شيه آهن، پر چوڻ وارا سؤ ڏيڍ سوءُ مهاپرش ئي هئا. اُنهن جي واڻيءَ جو سنگرهه ”ويد“ چوائيندا آهن. پر جڏهن شاستر لکڻ ۾ اچي ويندو آهي، ته سماجڪ ويوسٿا جا نيم به اُن سان گڏ لکيا وڃن ٿا.مهاپرش جي نالي تي جنتا اُنجو به پالن ڪرڻ ۾ لڳي ويندا آهن. جيتوڻيڪ ڌرم سان اُنجو دور جو به سنبنڌ نٿو رهي، آڌونڪ يگه ۾ منترين جي اڳيان پنيان گهمي ساڌارڻ نيتا به اڌڪارين کان پنهنجو ڪم ڪرائي ٿا وٺن، جڏهن ته منتري اهڙن نيتائن کي سڃاڻن به نٿا. انهيءَ طرح سس۽جڪ ويوسٿا به گرنٿن ۾ لپيٽجي ڪري ڇڏين ٿا. اُنهنجو سماجڪ اُپيوگه تَتوَ جي انوسار ئي ٿئي ٿو. ويدن جو سنبنڌ به اهو ئي آهي. اُنهجا سدائين هلندڙ ستيه اُپنشدن ۾ گڏ ڪيل آهن اُپنشدن جو تَتُ يوگيشور شري ڪرشڻ جي واڻي گيتا آهي. تَتوَ درشٽي گيتا آپَئوُرُشيه ”ويد“ رس ۾ پرپور اُپنشد -

سدا جو سار سَرِوَسيہ آهي.

ان طرح هر هڪ مهاپرش، جيڪو پرم تَتِوَ کي پراپت ڪري ٿو وٺي، خود ئي ڌرم گرنٿ آهي. اُن جي واڻيءَ جو سنگرهہ وِشوَ ۾ ڪٿي بہ هجي، شاستر چوائي ٿو؛ پر ڪيترن ڌرمي ماڻهن جو اهو ئي ڪٿن آهي تہ ”جيترو قران ۾ لکيل آهي اوترو ئي سچ آهي. هاڻي قران نہ لهي ايندو. ”يسوع مسيع تي وشواس ڪرڻ کانسواءِ سرڳہ نہ ملي سگهندو.“ اُنهن جي ريتين رواجن جي هوڏ آهي. جيڪڏهن انهي تَتِوَ کي ساکيات ڪيو وڃي، ظاهر ڪيو وڃي، تہ اها ئي ڳالهہ وري ٿيندي.

گيتا سچي دنيا لاءِ آهي. ڌرم جي نالي وِشوَ ۾ هلندڙ سيني ڌرم گرنٿن ۾ گيتا جو استان سيني کان مٿي آهي. ٻيو ڪو گرنٿ اُن جهڙو ڪونهي. هيءُ خود ڌرم شاستر ئي نہ، پر ٻين گرنٿن ۾ خاص ستيہ جو ماڻ بہ آهي. گيتا اُها ڪسوٽيءَ آهي جنهن تي هر هڪ ڌرم گرنٿ ۾ آيل ستيہ ظاهر ٿي ٿو پوي - هڪ ٻئي ۾ وروڌي چئہُ چاهُ جو نيبرو ٿي وڃي ٿو. هر هڪ گ رنٿ ۾، سنسار ۾ جيئڻ ۽ کائڻ جي ڪلا ۽ ڪرم ڪانڊ گهڻو آهي. جيون کي آڪرشڪ بڻائڻ لاءِ اُنهن کي ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻجي روچڪ - پيانڪ ورنن سان گرنٿ پريا پيا آهن. ڪرم ڪانڊ جي ان پرمپرا کي جنتا ڌرم سمجهڻ ٿي لڳي. جيون جو گذر ڪرڻ ڪلا جي لاءِ مقرر ٿيل پوڄا پدّتين ۾ ديش - ڪال ۽ حالتن مطابق بد سدل سياويڪ آهي. ڌرم جي نالي تي سماج ۾ جهيڙي جو ڪارڻ اهو ئي هڪ آهي. گيتا انهن کن پل جي ويوستائن کان مٿي چڙهي آتمڪ پورڻتا ۾ عزت ڏيڻ جو ڪرياتمڪ ڪرم آهي. جنهنجو هڪ بہ شلوڪ سنساري چيزن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪونهي. هنجو هر هڪ شلوڪ آنترڪ يُڌ ”آرڌنا“ جي گُهرَ ڪري ٿو. جيئن ٻين ڌرم گرنٿن وانگر هيءَ توهانکي سرڳہ يا

نرڪ جي جهڳڙي ۾ ڦاسائي نٿي، بلڪ اُن امر تَٽِوَ جي کوجنا ڪرائي ٿي، جنهن جي پڻيان جنم مرتيو جو ٻنڌن نٿو رهي.

هر هڪ مهاپرش جو پنهنجو طريقو آهي، پنهنجي شئلي ۾ ڪجھہ پنهنجا خاص شبد ٿيندا آهن. يوگيشور شري ڪرشڻ بہ ڳيتا ۾ ڪَرم، ”يگيہ“ ’ورڻ‘ ”ورڻ سنڪر“يُڌ، ”کيتر“ گيان وغيره شبدن تي وري ورڻي زور ڏنو آهي. انهن شبدن جو پنهنجو متو آهي ۽ پُنرِاورتيءَ ۾ اُنهن جي پنهنجي سونهن آهي. هندي روپانترن ۾ انهن شبدن کي انهي نموني ورتو وڃي ٿو ۽ ضروري استان جي وياکيان بہ ڪئي ويئي آهي گيتا جا آڪرشڻ هيٺان سوال آهن، جنجا ويچار آڏونڪ سماج ۾ گم ٿي ويا آهن. اُهي هن پرڪار آهن، جن کي ڀڳارت گيتا ۾ توهان کي ڏسڻ ۾ ايندا، پڙهڻ ۾ ايندا.

۰۱. **شري ڪرشڻ** - هڪ يوگيشور هو.

۰۲. **سَتيِہ** - آتما ئي سَتِيہَ آهي.

۰۳. **سناتن** - آتما سناتن آهي، پرماتما سناتن آهي.

(۴) **سناتن ڌرم** - پرماتما سان ملائڻ واري ڪِريا آهي.

(۵) **يُڌ** - دَئوِي ۽ آسُري سمپدائڻ جو سنگهرش ”يڌ“ آهي هيءُ انتهڪرڻ جون بہ پروتيون آهن. انهن ٻنهي جو مٽجي وڃڻ ڦل آهي.

**يُڌ - استان:-** هيءُ مانَوَ شرير ۽ من سان اندرين جو گڏجڻ ”يڌ - استان“ آهي.

**گيان :-** پرماتما جي ظاهر جاڻ ”گيان“ آهي.

**يوگہ:-** سنسار جي ملڻ - وڇڙڻ کان رهت اويڪت برهم جي ملڻ جو نالو يوگہ آهي.

**گيان يوگہ :-** آراڌنا ئي ڪرم آهي. پنهنجي ئي پروسي تي

ڪرم ۾ پرورت ٿيڻ ”گيان يوگہ“ آهي.

**نشڪام ڪرم يوگہ:-** اشت تي آڌار رکي سمرپڻ سان گڏ ڪرم ۾ پرورت ٿيڻ ”نشڪام ڪرم يوگہ“ آهي.

شري ڪرشڻ کھڙي سچ جي باري ۾ ٻڌايو؟

شري ڪرشڻ انهي ستيہ کي ٻڌايو، جنهن کي تَتِوَ درشين پهرين ئي ڏٺو هو ۽ اڳيان بہ ڏسندا.

**يگيہ:-** ساڌنا جي خاص وِڌِيءَ جو نالو ”يگيہ“ آهي.

**ڪرم :-** يگيہ کي ڪاريہ جو روپ ڏيڻ ئي ڪرم آهي.

**ورڻ :-** آرڌنا جي هڪ وِڌِي، جنهنجو نالو ڪرم آهي. جنهن کي چئن ڀاڱن ۾ ورهايو آهي، اُهيئي چار ورڻ آهن. هيءُ هڪ ئي ساڌڪ جو اوچو نيچو سطح آهي، نہ ڪا ذات.

**ورڻ سنڪر:-** پرماتما پٿ کان الڳہ ٿيڻ، ساڌن ڪرڻ ۾ ڀرم اُتپن ٿيڻ ”ورڻ سنڪر“ آهي.

**منش جي شريڻي (نمبر) :-** انتهڪرڻ جي سڀاءُ انوسار منش ٻن پرڪارن جا ٿيندا آهن - هڪڙو ديوتائن جهڙو، ٻيو آسُرن جهڙو. اهيئي منش جون ٻہ جاتيون آهن، جي سڀاءُ دواران مقرر ٿين ٿيون ۽ اهو سڀاءُ گهٽجندو وڌندو رهي ٿو.

**ديوتا :-** هرديہ ديش ۾ پرم ديو جو ديوتاپڻو ظاهر ڪرڻ وارن گڻن جو سَموهہ آهي. ٻاهرين ديوتائن جي پوڄا موڙهہ ٻُڌي جي دين آهي.

**اوتار :-** ويڪتيءَ جي هردي ۾ ٿيندو آهي، ٻاهر نہ.

**وراٽ درشن :-** يوگيءَ جي هردي ۾ ايشور دواران ڏنل انوڀوتي آهي.

پوڄنيہ ديو ”اشٽ“ هڪ ماتر پراتپر برهم ئي ”پوڄنيہ ديو“ آهي. هن کي ڳولهڻ جي استان ”هرديہ - ديش“ آهي.

اُنجي پراپتي جو سروت (طريقو) انهي اويڪت سِروپ ۾ اسٿت پراپتي وارن مهاپرشن جي دواران آهي.

هاڻي هن شري يوگيشور شري ڪرشڻ جو سروپ سمجهڻ لاءِ اڌياءُ ٽئين تائين توهان کي پڙهڻو پوندو ۽ اڌياءُ تيرهين تائين توهين صاف سمجهڻ لڳندا تہ شري ڪرشڻ يوگي هو. اڌياءَ ٻئين کان ئي ستيہ ظاهر ٿي ويندو. سناتن ۽ ستيہ هڪ ٻئي جا پورڪ آهن، اهو ٻئين اڌياءَ مان ئي ظاهر ٿيندو، ائين تہ پورتي پرينت هلندو. يڏ اڌياءَ چوٿين تائين صاف ٿيڻ لڳندي، يارهين اڌياءَ تائين ڏسڻ گهرجي. ”يڏ اسٿان“ لاءِ اڌياءَ سورهين تائين ڏسڻ گهرجي. يڏ اسٿان“ لاءِ تيرهون اڌياءَ وري وري ڏسو.

گيان اڌياءَ چوٿين کان صاف ٿيندو ۽ اڌياءَ تيرهين ۾ چڱي طرح سمجهہ ۾ ايندو تہ ظاهر درشن جو نالو گيان آهي. ”يوگہ“ اڌياءَ ڇهين تائين سمجهي سگهندا، ائين پوري يوگہ جي جدا جدا انگن جي پريڀاشا آهي. ”گيان يوگہ“ اڌياءَ ٽئين کان ڇهين تائين صاف ٿي ويندو. اڳيان ڏسڻ جي ڪائي ضرورت نہ آهي. ”نشڪام ڪرم يوگہ“ اڌياءَ ٻئين کان شروع ٿي پڇاريءَ تائين آهي. ”يڳيہ“ توهين اڌياءَ ٽئين کان چوٿين تائين پڙهو، ظاهر ٿي پوندو.

”ڪرم“ جو نالو اڌياءَ ٢-٣٩ ۾ پهريون ڀيرو ڏنو ويو آهي، انهي شلوڪ کان چوٿين اڌياءِ تائين پڙهي وٺو، تہ صاف ٿي ويندو تہ ڪرم جو ارٿ آراڌنا -پوڄا چو آهي؟ اڌياءُ سورهون ۽ سترهون اهو خيال پڪو ڪري ٿا ڇڏين تہ اهو ئي سَتِيہَ آهي. ورڻ سنڪر اڌياءَ ٽئين ۾، ۽ اوتار اڌياءُ چوٿين ۾ ظاهر ٿي ويندو.

”ورڻ - اوستا جي لاءِ اڌياءَ اڙهون ڏسڻو پوندو. ائين تہ

اشارو ٿئين چوٿين ۾ بہ آهي. منش جي ديو - آسُر جاتين لاءِ
اڌياءُ سورهون سامهون آهي. ’’ورات درشن‘‘ اڌياءَ ڏهين
کان يارهين تائين ظاهر ٿي ويو. اڌياءَ ستين، نائين ۽ پندرهن
۾ بہ انهن تي روشني وڌي ويئي آهي. اڌياءُ ستين ، نائين،
۽ سترهين ۾ ٻاهرين ديوتائن جي وجود جي هيٺائي ظاهر ٿي
وڃي ٿي. پرماتما جي پوڄڻ جي جاءِ هرديہ ديش ئي آهي،
جنهن ۾ ڌيان، سواس -پساهہ جي چنتن وغيره جون ڪريائون،
جو ايڪانت ۾ ويهي مندر مورتيءَ جي سامهون نہ) ڪيون
وينديون آهن - اڌياءَ ڇهون چوٿون ڇهون ۽ ارڙهون ۾ صاف
ڪيو ويو آهي. وڌيڪ سوچڻ-ويچارڻ سان ڪهڙو پريوجن آهي،
جيڪڏهن اڌياءَ ڇهين تائين ئي اڀياس ڪريون، تڏهن بہ
’’يٿارٿ گيتا‘‘ جو مول مقصد توهانجي سمجهہ ۾ اچي
ويندو.

گيتا آجيوڪا سنگرام جو ساڌن نہ آهي بيگاني، پٽڪندڙ
جيون ۾ پوتر وجيہ جو ڪرياتمڪ سکيا آهي، تنهنڪري يڌ
گرنٿ آهي، جو سچي پچي سوپ ڏياري ٿو؛ پر گيتا ۾ چيل
يُڌ، تلوار، ڌنش، ٻاڻ، گدا ۽ ڪهاڙن سان لڙڻ واري سنساري يڌ
نہ آهي ۽ نہ انهن لڙاين مان پوتر وجيہ ملي ٿي. هيءَ سدائين
ست پريورتن جو سنگهرش آهي، جن جي روپڪاتمڪ ورنن جي
پرمپرا رهي آهي، ويد ۾ اندر ۽ وِرِترَ، وديا ۽ اوديا، پُراڻن ۾ ديوَ
آسُر سنگرام، مها ڪويتائن ۾ رام ۽ راوڻ ، ڪؤروَ ۽ پاندوَ جي
سنگهرش ڪي ئي گيتا ۾ ڌرم کيتر ۽ ڪُروُ کيتر ۽ ڪُروُ کيتر،
دَئوي سمپد ۽ آسُري سمپد، سڄاتي ۽ وڄاتي، ست گڻ ۽ دُرِ گڻن
جو سنگهرش چيو ويو آهي.

هيءُ سنگهرش جتي ٿئي ٿو، اُهو آسٿان ڪٿي آهي؟ گيتا

جو ڌرم کيتر ۽ ڪروکيتر ڀارت جو کو ڌرتي جو ڪونهي، بلڪ خود گيتا ڪار شبدن ۾ ''اِدَمِ شَرير ئي ڪؤنتيه کيترِ مِتِيَبِيڌ ڀِيَتي'' ڪوئَنتيه هيءُ شرير ئي هڪ کيتر آهي، جنهن ۾ پوکيل ڀلا يا بُرا ٻج، سنسڪار جي روپ ۾ سدائين پيدا ٿين ٿا. ڏهه اندريون، مَنُ ٻَڌي، چِتُ، اهنڪار، پنج وڪار ۽ ٽن گڻن جا وڪار هن کيتر جو وستار آهي. پرڪرتيءَ کان اُتپن انهن ٽن گڻن کان مجبور ٿي منشن کي ڪرم ڪرڻو پوي ٿو. کن ماتر به ڪرم بنا نٿو رهي سگهي.

''پُنر ڀِي جَنَمِ پُنرِ ڀي مرڻِ، پُنرڀي جنَني جنري شَيَنَمِ''، جنم جنمانترن کان ڪندي ئي ته گذري رهيو آهي. اهو ئي کُروکيتر آهي. ستگروءَ جي معرفت ساڌنا جي صحيح ڏوري پڪڙي ساڌڪ جڏهن پرم ڌرم پرماتما طرف وک وڌائي ٿو، تڏهن هي کيتر ڌرم کيتر بڻجي وڃي ٿو. هيءُ شرير ئي کيتر آهي.

هن شرير جي اندر ۾ انتهڪرڻ جون ٻه پرورتيون پُراتن آهن. دَئوِي سمپد ۽ آسُري سمپد. دئوي سمپد ۾ آهن پُڻِيَروپي پانڊوَ ۽ ڪَرِتويه روپي ڪنتي. پُڃ جاڳرت ٿيڻ سان پهرين منشن جيڪو ڪجهه به ڪَرِ تَويه سمجهي ڪري ٿو؛ پر اُن سان ڪَرِتويه ٿئي نٿو- ڇاڪاڻ ته پڇ ڪانسواءِ فرض کي سمجهي ئي نٿا سگهون. ڪنتيءَ پانڊو سان سنبنڌ ٿيڻ کان اڳ جو ڪجهه به ارجِت ڪيو سو هو ڪَرَڻُ. سڄي جيون ڪنتيءَ جي پٽن سان وڙهندو رهيو. پانڊون جو وڏي ۾ وڏو شترو جيڪڏهن ڪو هو ته اُهو هو 'ڪرڻ'. وجاتييَ ڪرم ئي ڪرڻ آهي جو ٻنڌن وارو آهي، جن مان پرمپراگت ريتين رواجن جو چترڻ ٿئي ٿو. پوڃا جون پَڌِتيون جند نٿيون ڇڏين. پڇ جاڳرت ٿيڻ تي ڌرم روپي يڌشٽر، انوراگ روپي ارجن، ڀاوَ روپي ''ڀيم''، نيم روپي نَڪل، ستسنگ روپي سهديو، ساتوڪتا

روپي''ساتيڪ'' ڪايا ۾ سمرتي روپي ڪاشي راج، ڪَرِتَوِيہ جي دواران پَيَوَ روپي وجيہ ''ڪنتي پوج'' وغيره اٺن مکن وارو مانسڪ پرويرتن جو اوج ٿيندو آهي، جنهن جي ڳُٽپ سَت اڪشئوهڻي آهي. ''اڪش'' درشٽيءَ کي چوندا آهن. ستيہ مَئي نظريي سان جنهنجو ميلاپ آهي، اُها آهي دِيوِي سمپد. پرم ڌرم پرماتما تائين دوري طئہ ڪرڻ لاءِ بہ سَت ڏاڪڻيون، سَت پومڪائون آهن، نہ ڪا خاص ڳُٽپ. حقيقت ۾ هيءُ پروتيون اننت آهن.ٻئي پاسي آهي ''ڪرو کيتر'' جنهن ۾ ڏهہ اندريون ۽ هڪ من يارهون اڪشئوهڻي سينا آهي. هن سان گڏ اندرين مَئي درشٽي ڪوڻ سان جنهنجو گ ڻن (ميلاپ) آهي اُها آهي آسُري سمپدا، جنهن ۾ آهي اگ يان روپي ڌرتراشٽر جو ستيہ چاڻندي بہ انڌو بڻجي رهيو آهي. اُنجي ساٿڻ آهي گانڌاري-اندرين جي آڌار واري پرورتي. اُن سان گڏ آهي- موهہ روپي 'دريوڌن'' ڏُربُڌي روپي دشاسن، وجاتييہ ڪرم روپي ''ڪرڻ'' پرم روپي پيشڻ، ٻيائيءَ جو آچرڻ ڪرڻ وارو ''ڏُراڻاچاريہ'' آسڪتي روپي اشوٿاما، وڪلپ روپي ''وڪرڻ'' اڌوري ساڌنا ۾ ڪرپا جي آچرڻ روپي ''ڪرپاچاريہ'' ۽ انهن سڀني جي وچ ۾ جيوَ روپي وِدُرِ آهي، جيڪو رهي اگيان ۾ ٿو پر درشٽي سدائين پانڊون تي آهي، پچ جي ڌارا واري پرورتي تي آهي؛ چو جو آتما پرماتما جو شڌ انش آهي. ان طرح آسُري سمپد بہ اننت آهي. کيتر هڪ ئي آهي- هيءُ شرير، ان ۾ لڙڻ واريون بہ پرورتيون آهن. هڪ پرڪرتيءَ ۾ وشواس ڏياري ٿي، نيچ -اڌم جوڻين جو ڪارڻ بڻجي ٿي ۽ ٻي پرم پرش پرماتما ۾ وشواس ۽ پرويش ڏياري ٿي. تُنِوَ درشٽي مهاپرش جي سنگت ۽ رکشا ۾ سلسليوار ساڌن ڪَرڻ تي دَئوي سمپد جو اوُج ۽ آسُري سمپد جو هر طرح شمن ٿي وڃي ٿو، ناس

ٿي وڃي ٿو. جڏهن ڪوئي وڪار ئي نہ رهيو. من جو سيني
پاسي روڪڻ ۽ روڪيل من جو بہ وليہ ٿي وڃي ٿو تہ ڏئِوي
سمپدا جي ضرورت بہ سماپت ٿي وڃي ٿي. ارجن ڏنو تہ ڪَ
ورَو پڪش جي اننتر پانڊوَ پڪش جا يوڌا بہ يوگيشور ۾ ملي
رهيا آهن. پوُرتيِ ٿيڻ ڪانپوءِ ڏئِوي سمپد بہ لين ٿي وڃي
ٿي، آخر شيِ ڦل نڪري اچي ٿو. ان ڪانپوءِ مهاپرش جيڪڏهن
ڪجهہ ڪري ٿو. تہ فقط شِشَنِ جي مارگہ درشن جي لاءِ ڪري
ٿو.

لوڪ سنگرهہ جي انهيءَ ڀاونا سان مهاپرشن سوڪيہ من جي
ڀاوَن جو ورنن اُنهن کي پڪو استول روپ وٺي ڪيو آهي، گيتا
”چندو بڌ“ آهي وياڪرڻ سان گڏ آهي، پر هن جا پاتر نشانيءَ
طور آهن، امورت يوگيتائن جا مورتي روپ ماتر آهن. گيتا جي
شروعات ۾ ٺيهہ-چاليهہ پاترن جو نالو ورتو ويو آهي جن مان اڌ
سڄاتي آهن، اڌ وڃاتي. ڪجهہ پانڊوَ پڪش جا آهن، ڪجهہ ڪَ
ورَو پڪش جا آهن. ”وِشوَ روپ درشن“ جي وقت انهن ۾ چار-
ڇهہ نالا وري آيا آهن؛ نہ تہ تہ سڄي گيتا ۾ انهن نالن جي
چرچا بہ نہ آهي. هڪ ئي پاتر ارجن اهڙو پاتر آهي، جو شروع
کان پڇاريءَ تائين يوگيشور جي سامهون آهي. اهو ارجن بہ فقط
يوگيتا جو نشان آهي، نہ ڪو خاص ويڪتي، گيتا جي شروعات ۾
ارجن سناتن ڪُل ڌرم جي لاءِ وياڪل آهي؛ پر يوگيشور ڪرشڻ
اُنکي اگيان چيو ۽ نرديش ڪيائين تہ آتما ئي سناتن آهي،
شرير ناسونت آهي، ان ڪري يُڌ ڪر. ان حڪم مان اهو صاف
نٿو ٿئي تہ ارجن ڪوروَن کي ئي ماري. پانڊوَ-پڪش جا بہ شرير
ڌاري ئي تہ هئا، ٻنهي پاسي سنبنڌي تہ هئا. سنسڪارن تي
آڌارت شرير ڇا تلوار سان ڪٽڻ تي سماپت ٿي سگهندو؟ جڏهن
شرير ئي ناسونت آهي، جنهنجو ڪو وجود ئي نہ آهي، تہ ارجن

ڪير هو؟ شري ڪرشن ڪنهنجي بچاءُ لاءِ بيٺو هو؟ ڇا ڪنهن شرير ڌاري جي رڪشا ۾ ڪڙو هو؟ شري ڪرشن چيو، ”ڇو شرير جي لاءِ محنت ڪري ٿو اُهو پاپ سان ڀريل، موڙهه ٻُڌِي پرش بيڪار ٿي وڃي ٿو. جيڪڏهن شري ڪرشن ڪنهن شرير ڌاري جي رڪشا ۾ بيٺو آهي، تڏهن به موڙهه ٻُڌي آهن، اجايو ئي وڃڻ وارو آهي. حقيقت ۾ انوراگ ئي ارجن آهي.

انوراگيءَ لاءِ مهاپرش سدائين حاضر بيٺا آهن. ارجن شِشُ هو ۽ شري ڪرشڻ هڪ ستگرو هو، نمرتا پر ئي آواز ۾ هن چيو هو ته ڌرم جي مارگ ۾ موهه وس ٿي مان توهان ڪان پڇيان ٿو، جيڪو پرم ڪلياڻڪاري هجي اُهو اُپديش منهنجي لاءِ چئو. ارجن پرم ڪلياڻ ٿي چاهيو، پريه (سنساري پدارٿ) نه. فقط ٻڌايو نه پر مونکي سمجهائي سنڀاليو. مان توهان جو شش آهيان، توهان جي شرڻ ۾ آهيان. اهڙي طرح گيتا ۾ جڳهه-جڳهه تي ظاهر آهي ته ارجن پورڻ اڌڪاري آهي ۽ يوگ يشور شري ڪرشڻ هڪ ستگرو آهي. اُهي ستگرو انوراگيءَ سان سدائين گڏ رهن ٿا، اُنهن جو مارگ درشن ڪن ٿا.

جڏهن پاونائن جي وس ٿي ڪو شخص ”پوجيه مهاراج جي“ وٽ رهڻ جي لاءِ سوال ڪندو هو، تڏهن هو چوندا هئا- ”وڃو، شرير سان ڪٿي به رهو، من سان مون وٽ ايندا رهو. صبح-شام رام، شِوَ، اوم ڪنهن هڪ ٻن اڍائي اکر جي نام جي جپ ڪريو ۽ منهنجي سروپ جو هردي ۾ ڌيان ڌر. هڪ منٽ به سروپ ڪي پڪڙيندين، ته جنهنجو نام پچن آهي، اُهو ئي توکي ڏيندس. ان ڪان وڌيڪ پڪڙڻ لڳندين، ته هردي ۾ رٿي بڻجي سدائين تو سان گڏ رهندس“ جڏهن صورت پڪڙ ۾ اچي ٿي وڃي، ته اُن ڪانپوءِ مهاپرش ايترو

ئي اسان وٽ رهن ٿا جيئن هٿ پير، نڪ-ڪَنَ وغيره توهان وٽ آهن. توهين هزارين ڪلوميٽر پري ڇو نہ هجو، هو سدائين اسانجي ويجھو آهي. من ۾ ويچارن جي اُٿڻ کان پهرين ئي مارگہ درشن ڪرڻ ۾ لڳي ٿا وڃن. انوراگيءَ جي هردي ۾ اُهو مهاپرش سدائين آتما ۾ ساکيات ٿي جاڳرت رهي ٿو. ارجن انراڳہ جو مجسم آهي.

گيتا جي يارهين اڌياءَ ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ جو ائشيوريہ ڏسڻ سان ارجن پنهنجي سوراٿي ۽ ظالم گهٽتاين جي لاءِ معافي گهرڻ لڳو. شري ڪرشڻ معاف ڪيو ۽ ارجن جي چوڻ تي پنهنجي ساڳئي سروپ ۾ اچي چيو”منهنجي هن سروپ کي نہ پهرين ڪنهن ڏٺو آهي ۽ نہ آئينده ۾ ڪو ڏسي سگهندو.“ پوءِ تہ گيتا اسان ماڻهن لاءِ وئرٿ آهي، ڇو جو اُنهي درشن جون يوگيتائون ارجن تائين ئي هيون. جڏهن تہ اُن وقت سنجيہ بہ ڏسي رهيو هو.

پهرين بہ هنن چيوهو ”گهٽيئي يوگي جن گيان روپي تپسيا سان پوتر ٿي منهنجي ساکيات سروپ کي پراپت ٿي چڪا آهن“ آخر ۾ هي مهاپرش چوڻ چا ٿا چاهين؟ حقيقت ۾ انوراگہ ئي ”ارجن“ آهي، جو توهانجي هردي جي ڀاونا خاص آهي. انوراگہ کان رهت پرش نہ ڪڏهن اڳہ ۾ ڏسي سگهيو آهي ۽ انوراگہ کانسواءِ پرش پوشيہ ۾ ڪڏهن ڏسي سگهندو. ”مِلَهين نہ رگهوپتي بِنُ انوراگا ”ا ڪيئي جوگہ تپ، گيان وراگا ا“ هاڻي ارجن هڪ نشاني آهي جيڪڏهن نشاني نہ آهي تہ گيتا جي پنيان پوڻ ڇڏي ڏي، گيتا توهانجي لاءِ نہ آهي، تڏهن تہ اُن درشن جي يوگيتا ارجن تائين ئي محدود هئي.

اڌياءَ جي انت ۾ يوگيشور نِرنئہ ڏين ٿا-”ارجن ! انِيَنِيہَ

پڳتي ۾ شرڌا دواران مان ان پرڪار ظاهر ڏسڻ لاءِ (جيئن تو ڏٺو)، تَتِوَ سان ڪُليو جاڻڻ لاءِ ۽ پرويش ڪرڻ لاءِ بہ سُلڀ آهيان`` انيَنيہ پڳتي انوراگہ جو ئي بيو روپ آهي ۽ اهو ئي ارجن جو سروپ بہ آهي. ارجن پٽڪ جو نشان آهي. ان پرڪار گيتا جا پاتر پورڻ نشانيون آهن. هر استان تي اُنجا اشارا آهن.

رهيو هجي ڪوئي اتهاسڪ شري ڪرشڻ ۽ ارجن، پڪ ئي ٿي هجي ڪا وِشَوَ يُڌ``؛ پر گيتا ۾ پوئٽڪ (سنساري) يڌ جو چترڻ بلڪل ڪونہ آهي. اُن اتهاسڪ يُڌ جي ٿيڻ تي گهبرايو تہ هو ارجن، نہ سئنا، سئنا تہ لڙڻ لاءِ تيار بيني هئي.

چا گيتا جو اُپديش ڏيئي شري ڪرشڻ منجهيل ارجن کي سئنا جي يوگيتا کي ٺاهيو؟ حقيقت ۾ ساڏن لکڻ ۾ نٿو اچي. سڀ ڪجهہ پڙهڻ ڪانپوءِ بہ اُن تي هلڻ باقي رهي ٿو. اها ئي پريرڻا ’’يٿارٿ گيتا`` آهي.

(ستگرو ڪرپاشِرَ يِي، جڳتنبنڌو سوامي اڙگڙانند)

(شري گرو پورڻما ۲۴ جولاءِ ۱۹۸۳)

# سنڌيڪار پاران

هيءَ گيتا جڏهن مونکيءَ ملي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ، مون هڪ پيرو هنديءَ ۾ لکيل گيتا پڙهي-ڏاڍي سٺي لڳي، هن گيتا ۾ هر هڪ شلوڪ جي سمجهاڻي تمام سٺي نموني ڏنل آهي- پڙهڻ سان جڻ اندر جي ڪَلِي کُلندي پيئي وڃي. ائين ڪونهي تہ اڳ ۾ گيتا ڪونہ پڙهي آهي .ڪي ئي ڀيرا پڙهي اٿم پر هن گيتا جي خاص اها ڳالهہ آهي تہ پڙهڻ سان ائين ٿي لڳو تہ شري ڪرشڻ ۽ ارجن ٻيئي منهنجي سامهون ويهي سوال جواب ڪري رهيا آهن.

پهرئين اڌياءَ ۾ شري ارجن جي موهہ جو ورنن آهي. جيتوڻيڪ ارجن کي شري ڪرشڻ لاءِ اَتي پيار ۽ شرڌا آهي. ٻئين اڌياءَ کان وٺي گيان جي وارتا هلي ٿي ۽ شري ڪرشڻ ارجن جي سڀني شنڪائن جو سماڌان ڪندو ٿو وڃي- ڀُڏ اسانجي من جي آهي. اُن کي منهن ڏيئي اسين گيان يگيہ جي ساڌنا ۽ ڀڄن طرف وڌي سگهنداسين پوڄيہ سوامي اڙگڙانند پنهنجي ستگرو پرمهنس پرماَنند جي سنگت ۾ گيتا جي گيان کي پاتو آهي.

پنهنجي پراڪڪٿن (مهاڳ) ۾ تہ صاف ٻڌايائون تہ اسانجو شرير پنهنجي ڪم ۾ مشغول هجي. من سان مون وٽ اچو صبح شام رام، شِوَ هري اوم ٻن نندن اڪرن جو جاپ ڪيو، انهي ساڌنا ۾ لڳا رهو ۽ شرڌا سان هنجي سؤروپ کي پڪڙڻ جو ڪوشش ڪنداسين تہ ستگرو هر وقت اسان وٽ رهن ٿا پريم ۽ شرڌا سان اُن کي ڏسي سگهبو.

(شريمتي پارو ٺاڪر چاولا)

||اوم شري پرماتمني نَمَهہ||

# يٿارٿ گيتا
# (شريمد ڀڳود گيتا)

## پهريون اڌيائ

धृतराष्ट्र उवाच
धर्मक्षेत्रे कुरूक्षेत्रे समवेता युयुत्सवः।
मामकाः पाण्डवाश्चैव किमकुर्वत सञ्जय।।१।।

ڌرتراشٽر اُواچ
”ڌَرمَ کيتر ڪُروُ کيتر سَمَويتا يُيُتِسَوَ:
مامڪاهہ پاَنڊوا شِچَيِوَ ڪِمَڪُروَت سَنجيَہ “ (۱)

ڌرتراشٽر پڇيو- ”هي سنجيہ! ڌرم کيتر، ڪُروُ کيتر ۾ گڏ ٿي يُڌ جي اڇا رکڻ وارا منهنجا پُٽر ۽ پانڊو پُٽرِن ڇا ڪيو؟

اگيان روپي ڌرتراشٽر ۽ سنيم روپي سنجيہ اگيان سان ڍڪيل من وارو ڌرتراشٽر جنم کان انڌو آهي، پر سنجمي روپي سنجيہ دواران هو ڏسي ٿو، ٻڌي ٿو. هو سمجهي ٿو تہ پرماتما ئي ستيہ آهي، تڏهن بہ جيستائين هُنجو ئي پيدا ٿيل موهہ روپي دريوڌن جيئرو آهي، هنجي درشٽي سدائين ڪورون تي ئي ٽڪيل آهي، وڪارن تي ئي رهي ٿي.

شرير هڪ کيتر آهي. جڏهن هرديہ روپي ديش ۾ آتمڪ سمپتي ملهائتي ٿيندي آهي، تہ هيءُ شرير ڌرم کيتر بڻجي

ويندو آهي. ڪُروُ جو ارٿ آهي ڪَريو. اهو اکر حڪم ڏيندڙ آهي. شري ڪرشن چون ٿا: پرڪرتي مان پيدا ٿن گڻن جي دوارا پروس تي منش ڪرم ڪري ٿو. هو هڪ ڪن به ڪرم ڪرڻ بند نٿا ٿين. اُهي به تندرست شرير لاءِ چڻ خوراڪ آهن. ٽيئي گڻ (ستو گڻ، رجو گڻ ۽ تمو گڻ ) منش کي ديوتا مان ڪيڙي تائين شرير ۾ ٻڌن ٿا. جيستائين پرڪرتي مان اُتپن ٿيل گڻ زنده آهن، تيستائين ڪُروُ لڳو رهي ٿو. جنم مرتيو جو کيتر، وڪارن وارو کيتر ڪُروُ کيتر آهي ۽ پرم ڌرم پرماتما ۾ رُچي ڏيارڻ واريون پڇ واريون پرورتيون (پانڊون) جو کيتر ڌرم کيتر آهي.

تتَوِدِينِ جي پنجاب ۾ ڪاشي، پرياگ ۾ ۽ ٻين اهڙن انيڪ استانن تي ڪروُ کيتر جي ڳولها ۾ لڳل آهن ، پر گيتاڪار پاڻ ٻڌايو آهي ته جنهن کيتر ۾ يڌ ٿي هئي، اُهو ڪٿي آهي.”اِدمِ شَرِير ڪوئنتييہَ کيتر مِتيا يِي ڌيَتي.“ (اڌياءُ ١٣ پهريون شلوڪ) ”ارجن! هيءُ شرير ئي کيتر آهي ۽ جو هن کي ڄاڻي ٿو،اُهو هنجو انت پائي ٿو وني، اُهو کيتر گِيہَ آهي.“ اڳيان هن کيتر جو وستار ٻڌايو، جنهن ۾ ڏهه اندريون، مَنُ ٻڌي، اهنڪار، پنجن وڪارن ۽ ٽنهي گڻن جو ورنن آهي. شرير ئي کيتر آهي، هڪ ميدان آهي. هن ۾ وڙهڻ واريون پرورتيون ٻه آهن، ”ديوتائن جا گڻ“ ۽ ”راڪسي گڻ“ پانڊون جو سنتان ۽ ڌرتراشٽر جو سنتان ”ديوجاتي ۽ وجاتي پرورتيون“ .

انيوي مهاپرش جي شرن ۾ وڃڻ سان ٻنهي پرورتين ۾ سنگهرش جو نرنئہ ٿيندو آهي. هيءُ کيتر ۽ کيتر گيہ جو ٽڪراءُ ۽ اهائي حقيقي يڌ آهي. وِشوِ يُڌِيُنِ سان اتهاس ڀريو پيو آهي، پر اُنهن ۾ کٽڻ وارن کي به اندرين جيت نٿي ملي هيءَ ته

هڪ ٻئي کان بدلي جي پاونا آهي. پرڪرتيءَ جي ڪُل من کي روڪي، پرڪرتيءَ کان پري جي شڪتيءَ کي اجاگر ڪري ۽ اُن ۾ پنهنجو پاڻ سمائڻ ئي انسان جي سچي سوپ آهي. اهائي فقط سوپ آهي جنهن جي پنيان هار ڪونهي. اها ئي مڪتي آهي، جنهن جي پنيان جنم مرڻ جو ٻنڌن ڪونهي.

انهي پرڪار اگيان کان چتل من سنيم دواران جاڳي ٿو ۽ جاڻي ٿو تہ ڪيتر-ڪيترگيہ ۾ ڇا ٿيو؟ جيئن‌جيئن سنيم سان، ڪنٽرول سان من جو جاڳڻ ٿو ٿئي، تيئن هن کي آتمڪ درشٽي ايندي ويندي.

**संजय उवाच**

**दृष्ट्वा तु पाण्डवानीकं व्यूढं दुर्योधनस्तदा।**
**आचार्यमुपसङ्गम्य राजा वचनमब्रवीत्।।२।।**

سنجيہ اُواچ

دِرِشٽوا تُرُ پانڊو انيڪم ويوُڙهم دِرِيو ڌَنِسِتَدا
آچاريَہ مُپ سَنگَيہ راجا وچَنَمبِرُوِيت (٢)

اُن وقت راجا دريوڌن پانڊون جي سينا کي سنجت ۾ بيٺل ڏسي دروڻاچاريہ وٽ وڃي هي وچن چيا:-

ٻيائيءَ جو وهنوار ئي دروڻاچاريہ آهي. جڏهن اسانکي چاڻ ٿي ٿي وڃي تہ اسين پرماتما کان جدا ٿي ويا آهيون (اهو ٻيائيءَ جو نشو آهي)، اُتي اُن کي پراپت ڪرڻ لاءِ تڙف ٿي پئدا ٿئي، تڏهن اسين گزوءَ جي ڳولها تا ڪريون. ٻنهي پريورتن جي وچ ۾ اهوئي پهريون گرو آهي؛ جيتوڻيڪ ان کان پوءِ ستگرو يوگيشور شري ڪرشن ٿيندا، جو يوگہ ۾ استتي ڪرڻ وارو هوندو.

راجا دريوڌن آچاريہ وٽ وڃي ٿو. موهہ سان پريل دريوڌن موهہ روپي دريوڌن. موهہ سڀني دکن ۽ تڪليفن جي جَڙَ آهي،

راجا آهي. دُريوَڌن-دُرِ معنيٰ ڏوهي ۽ ٻين کي ستائيندڙ، يوڌن-اهو ڌن. آتمڪ سمپتي ئي ٽِڪندڙ، سچي سمپتي آهي. اُن ۾ جو ڏوهہ، خامي پيدا ڪري ٿو، اُهو آهي موهہ. اُهو پرڪرتي ڏانهن ڇڪي ٿو ۽ گهربل چاڻ لاءِ پريرڻا بہ ڏئي ٿو. موهہ آهي، تيستائين پڇڻ جو سوال بہ آهي، نہ تہ سڀ ڪجهہ پورڻ آهي.

تنهنڪري پانڊون جي گڏ ڪيل سينا کي ڏسي معنيٰ پڇ سان پريل سڄاتي وِرتين کي ڪنو ٿيل ڏسي موهہ روپي دريوڌن پهرين ئي گرو دروڻ وٽ وڃي هن طرح چيو:

**पश्यैतां पाण्डुपुत्रामाचार्य महतीं चमूम्।**
**व्यूढां द्रुपदपुत्रेण तव शिष्येण धीमता।।३।।**

پشئيتامِ پانڊوُ پُٽرا ٽاماچارِيہ مَهتِيمِ چموُمِ،
وِيوڙاهم دُروُپَدَپُٽريڻَ تَوَ شِشيڻ ڌيِمَتا (٣)

هي آچاريہ ! پنهنجي ٻُڌيمان شِش دورپد-پٽ ڌرششدِيومن دواران گڏ ڪيل، کڙي ڪيل پانڊوُ پُٽرن جي هيءَ وڏي ڀاري سينا کي ڏسو.

اچل پد ۽ آتمڪ پد ۾ وشواس رکڻ وارو، درڍمن وارو ئي ”ڌرشٽدِيُمِ“ آهي. هيءَ ئي پڇ پريل پريورتن جو نائڪ آهي. ”ساڌن ڪنن نہ مَنَ کَرَ ٽيڪا.“ ساڌن ڪنن نہ هجي، من جي درڍتا ڪنن ٿيڻ گهرجي.

هاڻي ڏسو سينا جو وستار:

**अत्र शूरा महेष्वासा भीमार्जुनसमा युधि।**
**युयुधानो विराटश्च द्रुपदश्च महारथ।।४।।**

”اَتِرَ شورا مهيِشواسا ڀيمارِ جُنَ سَما يُڌِ
يُيُڌانو وِراٽِشچہَ دِروُ پدشچہَ مَهارَٿَهہ (۴)

هن سينا ۾ ’مهيشواسا‘-مهان ايشور جو پاس ڏيارڻ وارو،

ياوَ روپي ييم، انوراڳي روپي ارجن سمان وڏو سوروير، جيئن ساتوڪ روپ سچو، 'وراٽ' - هر طرح ايشوري ڌارا کي ڌارڻ وارو، مهارٿي راجا دروپد معنيٰ اچل استٿي وارو جيئن

**धृष्टकेतुश्चेकितनाः काशिराजश्च वीर्यवान।**
**पुरूजित्कुन्तिभोजश्च शैब्यश्च नरपुङ्गवः ।।५।।**

ڌِرشٽڪيتوُ شچيڪِتانهہ ڪاشِرا جَشَچ ويرِيَوان،
پُرُجِتڪُ تِتي يوجشِچ شَئِيبيشچ نَرَپُنگوَهہ (۵)

'ڌِرشٽڪيتوُ' دردِ ڪرتويہ، ''چيڪتانَهہ'' جتي بہ وڃي اُتان چِٽَ کينچي پنهنجي اِشَٽ ۾ اِستٿ ڪَرڻُ، ''ڪاشي راج هَہ'' ڪايا روپي ڪاشيءَ ۾ هو سمراٽ آهي، ''پُرُجِتَ'' استول، سوکيم ۽ ڪارڻ شرير کي جيت ڏيارڻ، وارو پُرُجِتِ ''هنتي يوج هہ'' فرضن تي پرپور وجيہ، منشن ۾ سريشٽ ''شَئِيدِيہ'' ارٿ آهي سچو وهنوار.

**युधामन्यु विक्रान्त उत्तमौजाश्च वीर्यवान।**
**सौभद्रो द्रौपदेयाश्च सर्व एव महारथाः ।।६।।**

يُڌا منِيوُ وِڪرانَت اُتمئوُجا شِچ وِيريوان
سَوُ يَدِرو دروُ پديِيا شِچ سَرِوَ ايوَ مهارٿا: (٦)

۽ پراڪرمي ''يُڌامَنيوُ'' يُڌ جي لاءِ من ۾ تمام ڪشل ڌارٺا ''اُتمَئوُجا'' سنائيءَ جو مجسم، سيدرا پٽر ايمنيوُ جڌهن شبِ آڌار اچي ويندو آهي، تہ من بي ڊپو ٿي ويندو آهي. اهڙو شبِ آڌار سان اتپن ٿيل نِرِيئہ مَنُ ، ڌيان روپي دروپديءَ جا پنج پٽ وٽندڙ، پيار وارا، ڪومل هرديہ، ديا وارا ۽ پنهنجي ارادي جا پڪا، سڀ جا سڀ مهارٿي آهن. ساڌنا جي راهہ تي يوگيتا سان هلڻ جو هرڪو گڻ هنن ۾ آهي.

اهڙي طرح دريوڌن پانڊون جي پکش جا پندرهن ويهہ نالا ڳنهيا، جو ديوي سمپتي جا خاص انگہ آهن. وجاتي پرورتيءَ

جو راجا هوندي بہ اهو ’موهہ‘ ئي آهي جو سڄاتييہ پرورتن
کي سمجھڻ لاءِ مجبور ٿو ڪري، ٻڌي ٿو.

دريوڌن پنهنجو پاسو تمام مختصر نموني ٿو ٻڌائي.
جيڪڏهن ڪا ٻاهرين يڌ هجي ها تہ پنهنجي فوج جو وستار
وڌائي وڌو ڪري ڳڻي ها. وڪار گهٽ ڳڻايا ويا جو اُنهن تي
سوپ پائڻي آهي، اُهي ناسونت آهن، فقط پنج ست وڪار
ٻڌايا ويا، جن ۾ اندر لڪل سڀ ٻاهريون پرورتيون ظاهر آهي
جيئن تہ:

**अस्माकं तु विशिष्टा ये तान्निबोध द्विजोत्तम ।**
**नायका मम सैन्यस्य सञ्ज्ञार्थं तान्ब्रवीमि ते ।।७।।**

اَسِمامَہِ توُ وِشِشٽا يي تانِي بوڌَ دِوَجوتَہِ
نايڪا مَہَ سَئِنَيَسيہَ سَڃِگيارِ ٿَہِ تانِبرَ وِيہِ تي (٧)

ٻنهي سينائن ۾ اُتم! اسانجي پکش ۾ جيڪي جيڪي
خاص آهن، اُنهن کي بہ سمجهي وٺ، ڏسي ڇڏ. توهانکي
ڄاڻڻ لاءِ منهنجي سينا جا جيڪي نائڪ سوروير آهن، اُنهن
کي چوي ٿو:

ٻاهرين يڌ ۾ سيناپتي لاءِ ٻنهي سينائن ۾ اُتم چئي
پڪارڻ- بنا موقعي جي بي وقتائتو آهي. سچ تہ گيتا ۾
انتهڪرڻ جون بہ پرورتين جو پاڻ ۾ سنگهرش آهي ٻيائيءَ
جو آچرڻ آهي ’’دروڻ‘‘ جيستائين اسين ٿورو بہ ايشور آراڌنا
کان الڳ آهيون، تيستائين پرڪرتي اسان تي ڇانيل آهي،
ٻيائي ٻڻي آهي. ان ٻيائيءَ تي وجيہ پائڻ جي پريرڻا پهرين
گرو دُرڻاچاريہ مان ملي ٿي. اڌوگابري سکيا ئي پوري ڄاڻ
جيلاءِ پريرڻا ڏئي ٿي. اُتي پوجيہ ورتيءَ وارو تہ سورويرتا جو
سنبوڌن ٿيڻ گهرجي.

**وجاتييہ پرورتيءَ جا نائڪ، سوروير ڪير ڪير آهن؟**

